۸- هن گيتا جو کو بہ "سکايل"
سک سان پاٹ کري- اوم- جۓ گيتا ماتا
۹- مرلي منوهر کرشن تنهن جي-
جيون مکت کري- اوم- جۓ گيتا ماتا

# آرتي اوم جۓ جگديش هري

اوم جۓ جگديش هري، سوامي جۓ جگديش هري
ڀڳت جنون کي سنکٽ، ڇن ۾ دور کري- اوم
۱- جو ڌياوي ڦل پاوي، دک بنسي من کا
سک سمپت گهر آوي کشٽ مٽي تن کا- اوم...
۲- مات پتا تم ميري، شرن ڳرون کس کي
تم بن اؤر نہ دوجا، آس کرون جسکي- اوم...
۳- تم پورن پرماتما، تم انترياميِ
پار برهم پرميشور، تم سبکي سوامي- اوم..
۴- تم کروڻا کي ساگر، تم پالن کرتا
مئن سيوک تم سوامي، کرپا کرو ڀرتا- اوم..
۵- تم هو ايک اگوچر، سب کي پراڻ پتي
کس بڌ ملئون دياميِ، تم کو مئن کمتي- اوم..
٦- دين بندو دک هرتا، تم رکشک ميري
اپني هاٿ بڙائو، دوار پڙا تيري- اوم..
۷- وشيہ وکار مٽائو، پاپ هرو ديوا
شرڌا ڀڳت بڙهائو، سنتن کي شيوا- اوم..

# آرتي شري ڀڳوت گيتا جي

اوم جئہ گيتا ماتا. اوم جئہ گيتا ماتا.

١- ڪرڻ جو اپمان وڃائين.
موہ ممتا کي ناس ڪرائين.
اوم - جئہ گيتا ماتا

٢- شيام سندر جي مکہ جي واڻي.
نڪتي منڙي سا ٻاڻي. اوم - جئہ گيتا ماتا

٣- اُپنشدن جو گيان اُنهيءَ ۾.
ويدن جي سا واڻي. اوم - جئہ گيتا ماتا

٤- پرم مڻائي ديهيءَ جو.
ٿي آتم گيان ڏئي. اوم - جئہ گيتا ماتا

٥- گيتا جي اڀياس ڪرڻ سان
روشن راهہ ٿئي. اوم - جئہ گيتا ماتا

٦- جڏهين جڏهين ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي
ڦهلي ٿو اتياچار. اوم - جئہ گيتا ماتا

٧- تڏهين تڏهين وشنوءَ جو.
ٿئي ٿو جڳ ۾ اوتار. اوم - جئہ گيتا ماتا

جو وڻ آهي جنهن جي ٻاڙ ستيہ لوڪ ۾ آهي ۽ انجون شاخون مرليو لوڪ ۾ آهن. انهن ويدن ڇيو آهي. جو انهيءَ ڳالهہ کي جاڻي ٿو سوئي سچو پڇو ويدن کي جاڻي ٿو.

(٦) سڀني جي هردن اندر مان ئي وسي رهيو آهيان ۽ منهنجي ئي معرفت سڀني کي سرسوٽي، گيان ۽ وچار انهن ٿئي ٿو. سڀني ويدن دوارن ئي جاڻڻ يوگيہ آهيان، ويدن جي جاڻڻ وارو ۽ مان ئي آهيان.

(٧) انهيءَ ڪري من جي ورتي مون ۾ لڳاءِ. منهنجو ئي شيوڪ يعني ڀڳت ڪرڻ وارو ٿيءُ. مونکي ئي نمسڪار ڪر. اهڙيءَ طرح من، واڻي ۽ ڪرم سهت پنهنجي من جي ورتي مون ۾ لڳائي (يعني ايڪاگر) چت ئي مون کي پراپت ڪر (يعني مون سان اچي مل).

## اِت شري ست سلوڪي گيتا سماپت ٿي.

—o٥o—

هيءُ پستڪ شري صوبراج جي. پڏواڻي، انقلاب پرنٽنگ پريس، الهاسنگر-٣، (فون ٦٦) ۾ ڇپيو ۽ شري اشوڪ ڪشنچند لالواڻي، ٻاران ايل. ڪشنچند اينڊ سنس، بوڪسيلرس ۽ پبلشرس، الهاسنگر-٢ واري ڇپائي ڌ.. ڪيو.

# شري ست سلوڪي گيتا

## شري ڀڳوان چيو ته-

(١) برهم روپ جو اونڪار [اوم] هڪ اکر آهي ان کي اُچارڻ ڪندي ۽ انهيءَ اوم اکر جو سمرڻ ڪندي جو منش سرير جو تياڳ ٿو ڪري اهو پرم گت کي پراپت ٿو ڪري.

(٢) هي اندرين جا سوامي! تنهنجي ڪيرتن [ڀڄن] ڪرڻ ڪري سنساري جيو ڏاڍي آنند کي پائين ٿا ۽ خوشي حاصل ڪن ٿا. پر راڪاس لوڪ ڀؤ کان ڏهن ني ڏسائن ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄن ڦرن ٿا سڀ سڌ لوڪ توهان کي نمسڪار ڪن ٿا. اها وارتا سڀ ٺيڪ ني آهي.

(٣) جنهن کي هٿ پير سڀ آهن، جنهنکي اکيون ۽ مک سڀ آهن، اهو هر وقت سنسار ۾ وچڙندي هوندي ۾ سنسار کان الڳ رهي ائين سمجهي ٿو ته سڀ ۾ ايشور وياپي رهي ٿو.

(٤) سروگ، آنند سروپ، (جڳت جو نيتا) سوکيم ۾ سوکيم، سڀني جڳت جو آڌار لتا پالڻ وارو اچنتيہ روپ سورج سمان پرڪاشوان، اگيان رهت اهڙو جو پرشوتم ڀڳوان آهي، انهيءَ جو جيڪو سمرن ڪري ٿو اهو انهيءَ کي پراپت ڪري ٿو.

(٥) جنجا وڏ ين آهن، اهڙو جو سنسار روپي پپل

# ڀڳوان جا ١٠٨ نالا

اوم، ايشور، اپناسي، انترجامي، آنند سروپ، ان داتا، انادي، امر اجر، اناٿن جا ناٿ، ارج ڀهاري، ارج نندن، ڀسي ڌر، برهما، اي انت، اي پرواه، اي واهن جا واهه، پر ٻر ڀولي ناٿ، ڀڳوان، ڀڳت وڇل، ترلوڪي ناٿ، تارڻ هار، ٺاڪر، پرڀو، پرماتما، پرميشور، پرشوتم، پرم پتا، پرمانند، پرتپالڪ، پار برهم، پتت پاون، پالڻ هار، جڳت پتا، جڳن ناٿ، جڳديش، جوتي سروپ، چڪرڌاري، دين بندو، ديا ناٿ، دين ديال، ديالو، داتار، ديا جا ڀنڊار، ديون جا ديو، دامودر، راڌي ڪرشن، راڌي شيام، راڌا رمڻ، رگهنندن، رگهناٿ، رگهوير، رامچندر، سوامي، ساجن، ست چت آنند سروپ، سرو شڪتيوان، سرگڻ روپ، سرو وياپڪ، سرجڻ هار، سکدي، سندر شيام، سيتارام، سانورا، ستنام، ڪرشن، ڪنهيا، ڪيشو، ڪرپانڌان، ڪرپالو، ڪلياڻ ڪاري، ڪالي ڪمليش، ڪرتار، گوبند، گوپال، گرڌاري، گورڌن، گوپي ناٿ، گڄاڌر، گيانيشور، گهٽ گهٽ واسي، گهنشام، گنگاڌر، گجانند، گرو غريب نواز، مرلي منوهر، موهن مراري، مڌ سودن، ماڌو، مهروان، نند لعل، نند ڪشور، نرنجن، نٽور، نارائڻ، نرآڪار، نرسنگهه ڀڳوان، نماڻن جا ماڻ، وشنو، وشمڀر، وشو روپ، واسديو، وٺل ڀڳوان، ورداتا، هيڻن جا همراهه، هري ڪرشن، هري نارائڻ، هري رام، هري اوم. ٻي انت!! ٻي انت!!!

انيڪ ڪرمن جي ڪٽي ڪان پوءِ، جو مشيہ گيتا جي ارٿ جو ڌيان ڪري ٿو سو ”جيون مڪت“ چاڻڻ گهرجي. شرير کي ڇڏڻ بعد هو پرمپد کي حاصل ڪريٿو.

راجا جنڪ آدي ڏهٽائي راجائون گيتا جو آسرو وٺي ڀاپ رهت ٿي ويا آهن.

جي مشيہ گيتا جو پاٺ ڪن ٿا، پر مهاتم نٿا پڙهن، انهن جو اهو پاٺ نشڦل ٿئي ٿو. اهڙي پـاٺ کي تڪليف ڏيندڙ سمجهڻ گهرجي.

هن ڦل سان گڏ جيڪو گيتا جو پاٺ ڪري ٿـو سو مٿي چيلن سيني ڦلن کي پائي ٿو ۽ الڀ گتيءَ کي پائيٿو.

سوت جي مهراج چوي ٿو ته ”جي مشيہ گيتا جي پاٺ ڪرڻ بعد مهنجو چيل گيتا جو هي ڦل پاٺ ڪن ٿا سي مٿي چيل سيئي ڦلن کي پائن ٿا.“

اوم تت ست

گوبند جيءِ جيءِ، گوپال جيءِ جيءِ
راڌا رمڻ هري گوبند جيءِ جيءِ
هري اوم شانتي! شانتي!! شانتي!!!

پاپ ڪري ٿو، ته به ڪيس گئودان ڪرڻ جيترو ڦل ملندو،
انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي.

گيتا جي ٽئين حصي پڙهڻ واري کي گنگا اشنان
جو ڦل ۽ چوٿين حصي واري کي سوم يگيه جو ڦل ملندو.

جيڪڏهن ڪو منش نت نيم سان هڪڙي
اڌياءُ جو به پاٺ ڪندو، ته ڪيس شو لوڪ جي پراپتي
ٿيندي ۽ شنڪر مهراج جو گڻ ٿي اهو گهڻو وقت
گذاريندو.

جو منش هڪڙو اڌ-اڌياءُ، هڪڙو شلوڪ به ڪٿي روز
پاٺ ڪري ٿو ته هو پراڻي! اهو منش گهڻي عرصي
تائين منش جو منش ٿي رهندو.

جي منش گيتا جا ڏهه، ست، پنج، چار، ٽي، ٻه،
هڪڙو يا اڌ به اڌ شلوڪ نت پريم سان پاٺ ڪن ٿا،
سي اوس ڏهه هزار ورهيه چندر لوڪ ۾ نواس ڪن ٿا.

هن شريمد ڀڳوت گيتا جو چڱيءَ طرح سان پاٺ
ڪندڙ منش، مرڻ بعد وري به منش ٿئي ٿو ۽
پوءِ ٿي جلد ۾ منش ٿي چڱيءَ طرح سان گيتا جو
ابياس ڪري موڪش کي پراپت ٿئي ٿو.

جو "گيتا" جو اچار ڪندو اهو منش مرڻ وقت
سدگتي کي پائي ٿو.

منش جيڪڏهن ڪئي مهاپاپي به هجي تڏهن به
گيتا جي پڙهڻ ۾ پريم رکڻ سان هو سچ پچ ويڪنٺ
کي پائي ٿو ۽ اتي وشنو ڀڳوان سان گڏ آنند ڀوڳيندو.

اهو معنيٰ ڪرڻ ۾ ليڪچي نٿو.

جيڪڏهن هيءُ جيو گيتا جو ابياس هر روز ڪندو رهي ته جهڙيءَ طرح ڪمل جي ٻن تي پاڻي ٽڪي ڪين سگهندو تهڙيءَ طرح هنگي ڪو به پاپ سپرش ڪري نٿو سگهجي.

جتي گيتا جو پستڪ هجي ۽ جتي سندس پاٺ ٿيندو هجي اتي پرياڳ ڪان وٺي سڀ تيرٿ آهن. سڀ ديوتائون، رشي، مني، يوگي، نارد، اوڌو، پارشدن سهت گوپي ۽ گوال وغيره پاڻ اتي سهائتا اچو ڪن.

جدهن هتڪ گيتا جو نٿي وچار پيو لٿي ۽ جتي انجو پڙهڻ، پاڙهڻ ۽ ٻڌڻ ٿئي ٿو، اتي هيءَ ٻڌوي آءُ سدائين نواس ڪريان ٿو.

گيتا جي ئي آسري تي مان رهان ٿو ۽ گيتا ئي منهنجو اُتم گهر آهي. گيتا جي ئي گيان جو آسرو وٺي مان ٽنهي لوڪن جي پالنا ڪريان ٿو.

گيتا منهنجي اُتم وديا آهي ۽ اها ساڪيائس برهم روپ آهي ان ۾ ڪو به شڪ ڪرڻهي. اها گيتا ساڪيائس ۽ اوناشي آهي. ستيہ آهي ۽ زبان سان چئي نٿو سگهجي.

اها گيتا شري ڪرشن ڀڳوان جي شري مکاروند مان ارجن کي ٻڌايل، ٽنهي ويدن روپ پرم آنند روپ، تتون جي ارٿ ۽ گيان سان ڀرپور آهي. جو منشيه نشچل من سان ٿي انهيءَ گيتا جي ارڙهن اڌيائن جو

جي من ۾ ڀوڳ جي ڪامنا رهجي وئي. اوڏي مهل مون پنهنجي ڀارڪدن کي حڪم ڏنو ته هن کي اول اندر لوڪ جا ڀوڳ ڀوڳايو ۽ جڏهن هن جي اِها ڪامنا پوري ٿئي، تڏهن منهنجي پد ۾ جو اَبناسي پد آهي، اچي پهچايو. هي اِندر! تون وڃي ساري ڀوڳ جو سامان ڪٺو ڪري ڏينس." تڏهن راجا اِندر ۽ ٻيا ديوتائون موٽي آيا. اِندر لوڪ جي ڀوڳن جو سامان گڏ ڪري ڏنائينس ۽ چيائينس ته اِندر لوڪ جا سک ماڻ. ڪيترائي ڏينهن سک ڀوڳي ڀڳونت جي ڪرپا سان سهج پد ۾ پراپت ٿيو ۽ اندر وري پنهنجو راڄ ڪرڻ لڳو. شري نارائڻ چيو ته هي لڇمي! شو جيءَ چيو ته هي پاربتي! اهو ارڙهين اڌياءَ جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي ارڙهين آڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.



# شريمد ڀڳوت گيتا جو ڦل

ڌرتي ديوي پڇي ٿي ته "هي ڀڳوان! هي پرميشور! هي پريو! پراربڌ ڪرم کي ڀوڳيندڙ منش، ڪهڙي اپاءِ ڪري جيون مڪت پراپت ڪري سگهندو؟"

شري وشنو ڀڳوان چيس ته "پراربڌ کي ڀوڳيندڙ منش به جيڪڏهن نت گيتا جو اڀياس ڪندو رهي ته ان کي هن لوڪ ۾ ئي جيون مڪت ۽ سکي ڄاڻو ۽

آسڻ تي ويٺو. اندر پنهنجي گرو ورهسپت کان پڇيو ته
هي سوامي! توهين ترڪال درشٽي آهيو، ٻڌايو ته هن
اهڙو ڪهڙو پڃ ڪيو آهي، جنهن ڪري هي هن آسڻ
جي لائق ٿيو آهي؟ منهنجي ڄاڻ ڪري ته هن تيرٿ،
ورت ۽ يگيه دان، ڪجهه به نه ڪيو آهي ۽ نه ڪنهن
ٺاڪر جو مندر جوڙايو اٿس ۽ نڪو تلاءُ يا کوهه، کوٽايو
اٿس نڪو ڪو ٻيو دان ڪيو اٿس.' ورهسپت چيو ته
هي اندر! هل ته هلي شري نارائڻ ڀڳوان کان پڇون.
برهما ڪانوني سڀ ديوتائون ورهسپت سان گڏجي شري
نارائڻ ڀڳوان وٽ وڃي استتي ڪيائون ۽ ڏنڊوت پرنام
ڪري چيائون ته "هي سوامي! هي ڀڳت وڇل!! هي ستت
سهائڪ! هي ڀڳوت! هي گوبند! هي دين ديال! اندر
کي آسڻ تان اُتاري اوهان جي پارکد چتر ڀڄ ليجسو
روپ کي آسڻ تي ويهاريائين. اسين ته سمجهي نٿا
سگهون ته هن اهڙو ڪهڙو پڃ ڪيو آهي؛ جو انهيءَ
آسڻ جي لائق ٿيو آهي. راجا اندر ڪئين اشوميڌ يگيه
ڪيا آهن، تڏهن هي هن آسڻ جي لائق ٿيو آهي. پر
هن ته هڪ به يگيه ڪونه ڪيو آهي. ايترو ٻڌي شري
نارائڻ ڀڳوان کلي ڏنو ۽ اندر کي چيائين "هي اندر!
تون ڊڄ نه، تون پنهنجو راڄ وڃي ڪر. هن هڪ ڏاڍو
ٻيو اتم پڃ ڪيو آهي. هن جو نيم وڏو آهي. هي
هميشه اشنان ڪري شري گيتا جي ارڙهين اڌياءَ جو
پاٺ ڪندو هو ۽ جڏهن هن جي ديهه ڇٽي، تڏهن هن

ڇڏي فقط هون هڪ جي شرڻ ۾ اچ. مان تو کي سڀني پاپن کان مڪت ڪندس.

گيتا جو مول منتر تياڳ آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن آرجن سنبادي موکش سنياس ويا ڳ يوگ نالي ارڙهون آڌياءِ پورو ٿيو.**

---

## ❋ ارڙهين آڌياءَ جو مهاتم ❋

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! ارڙهين آڌياءِ جو مهاتم ٻڌ. جيئن سڀني ندين ۾ گنگا اُتم آهي، ڪاشي سڀني شهرن ۾ هردوار اُتم آهي، سڀني تيرٿن ۾ پشڪر راج اُتم آهي، سڀني جبلن ۾ ڪيلاش جبل اُتم آهي، سڀني رشين ۾ نارد مني اُتم آهي ۽ سڀني ڳائين ۾ ڪپلا ڪامڌين ڳانءِ اُتم آهي، **تيئن سڄيءَ گيتا ۾ ارڙهون آڌياءُ اُتم آهي.** انهيءَ جو قِصو ٻڌ. سمير جبل تي ديوتائن جي شهر ۾ اندر پنهنجي سڀا هيٺ ويٺو هو ته ايتري ۾ هڪڙي چترڀج روپ ڪي هڪڙو پارکد ونئي آيو ۽ اندر کي سڀني ديوتائن جي روبرو اچي چيائين ته "هي اندر! تون اٿ ۽ هنڪي آسڻ تي ويهڻ ڏي." ايترو ٻڌي اندر اُنيو ۽ اهو چترڀج ڌاري روپ

من جي نشچي جي ڳالهه هتي. يوگيشور شري ڪرشن ڀڳوان
جتي آهي ۽ ڌنش ڌاريندڙ ارجن جتي آهي اتي
لڪشمي وجيءِ، سک شانتي ۽ راجنيتي نشچيه آهي.

## ڏات پرچ

ڪامنا وارن ڪرمن جي تياڳ کي سنياس چون ٿا.
۽ سڀني ڪرمن جي ڦل تياڳ کي تياڳ ڪوٺين ٿا.
"منهنجو نيم ڪرم اوس ڪرڻو آهي" پر ان ۾ ڪرتاپڻي
جو ايمان (يعني آءٌ هي ڪرم ڪريان ٿو) ۽ ڦل جي
اڇا تياڳ ڪرڻ گهرجي. وري ڪم سڌ ٿئي يا نه ٿئي
تڏهن به خوش ٿئي ۽ رنج ۾ نه ٿيڻ گهرجي. ڪرمن جو
آسڪت نه ٿيڻ گهرجي ۽ سڀ ڪرم ايشور جي ارپڻ
ڪرڻ گهرجن. سڀ سان پريم ڀاو سان هلڻ گهرجي.

برهمڻ جو ڪرم آهي ودّيا پڙهڻ ۽ پڙهائڻ، دان ڪرڻ
۽ ڪرائڻ. کتريءَ جو ڪرم آهي راڄ ڪرڻ. وئش جو
ڪرم آهي کيتي ۽ واپار ڪرڻ. شودر جو ڪرم آهي
چاڪري ڪرڻ.

پنهنجي ڌرم لئي اُپورو ٿي هلڻ پراڻي ڌرم لئي
پوري هلڻ کان وڌيڪ چڱو آهي.

هي ارجن! مون منجهه من لڳاءِ، منهنجو ڀڳت ٿيءُ،
منهنجي ... ڪار ڪر. سڀ آسرا

واري جي وڏائي ۽ چوڻ ۾ نٿي اچي ۽ هڪ وار ۾ جيڪو سٽ سٽ ڪري ٻڌي ٿو اهو ۽ جمڻ مرڻ کان مڪت ٿيندو ۽ ابناسي پد کي پائيندو. هي ارجن! هيءَ گيتا تو چت ڏيئي ٻڌي آهي، سو تو ۾ جيڪو اگيان جو موهه هو اهو ناس ٿيو. ارجن چوي ٿو ”هي اچت ابناسي پريو! هي ڀڳونت!! اوهان جي ڪرپا ڪري منهنجو موهه ناس ٿيو ۽ گيان ۾ پاتم ۽ منهنجي ٻڌ ۾ نرمل ٿي آهي، منهنجي من جو سنسو ۾ ناس ٿيو ۽ اوهان جي مک ڪنول مان جو جنگ ڪرڻ جو حڪم مليو آهي سو هي ڪرپال! هـــي ناٿ! هي پريو! مان جنگ ڪريان ٿو.“

سنجيه چوي ٿو ”هي ڌرتراشٽر، شري ڪرشن ڀڳوان ۽ ارجن جو گيان گوشٽ گيتا جو ٻڌي مون کي ڏاڍي خوشي ٿـــي آهي ۽ منهنجا وار ڪانڊارجي ويا آهن. وياسديو جو مونکي ڳجها گيان جا نيتر ڏنا آهن، انهن جي ڪرپا ڪري هي گيان گوشٽ گيتا جـــو مون ٻڌو آهي سو اهو ڳجهي کان ۾ ڳجهو گيان آهي. جوڳيشورن جي ايشور شري ڪرشن ڀڳوان ۽ ارجن جي مک مان جو هي گيان نڪتو آهي، انهيءَ کي جو ويچاريندو سو پرم گت کي پراپت ٿيندو، ۽ وشو روپ جو ارجن کي شري ڪرشن ڀڳوان ڏيکاريو آهي، انهيءَ کي جيڪو ويچاريندو سو پرم گت کي پائيندو. هي راجا ڌرتراشٽر! منهنجي

تون مونکي تمام پيارو آهين، تنهنجي ڀلي ۽ مت منهنجي چرنن ۾ نهچل آهي، انهيءَ ڪري مان توکي ٻڌايان ٿو. هي ارجن! سيني ڀڳتن ۾ مونکي هي ڀڳت پيارو آهي. جڏهن انهيءَ ڀڳتن ۾ نهچل ٿيندا، تڏهين سيني کـــان تون مونکي پيارو ٿيندين، سيني ڀڳتن کي تياڳي منهنجي شرڻ ۾ اچ ته مان توکي سيني پاپن کان مڪت ڪندس. تون ڪا به چنتا نه ڪر. هي ارجن! هي گيان جو مون توکي ٻڌايو آهي، سو تـــون انهن کـي متان ٻڌائين جيڪي منهنجي ڀڳتن کان بيمک هجن ۽ جن کي ٻڌڻ جي سڪ نه هجي. منهنجو ڳجهو گيان منهنجن ڀڳتن کي ٻڌائيندين ته انهن کـي مڪتي حاصل ٿيندي. **جيڪو منهنجو گيان منهنجن ڀڳتن کي ٻڌائيندو، اهڙو پرش مونکي پراڻن کان به پيارو آهـــي؛ ۽ جيڪو منهنجن ڀڳتن کي گيتا ٻڌائي ٿو ان کـــي وڏو پد ملندو** ۽ جيڪو هڪ سلوڪ جـــو به پاٺ ڪري ٿو انجو ڦل ٻڌ. جيڪو پاٺ ڪري ٿو مان انهيءَ پاٺ ڪندڙ جي اڳيان وڃي روبرو بيهان ٿو. جڏهن ڪو ڪنهنجو نالو وٺي سڏ ڪري ته هو نهه پهه جواب ڏيندو آهي، لڪن گيتا جـي پاٺ ڪرڻ واري جي اڳيان مان وڃي بيهان ٿو، ۽ جيڪو ارٿ ڪري ٻڌائي ٿو انهيءَ جي وڏائي چوڻ کان ٻاهر آهي جهڙيءَ ريت منهنجي وڏائي چوڻ ۾ نٿي اچي، لڪن گيتا جـــي ارٿ ڪرڻ

آهي، سو جيستائين ماڻهوءَ جي ذهن ۾ آهي ليستائين پرم سانت سک مدجهس آهي ؛ جڏهن ذهن تياڳي ٿو ڏهن مهنجي اڀياسي پد ۾ وڃي ليءِ ٿئي ٿو. اهي ٽيئي پد (شانت پد) جا لڇڻ آهن. جنهن کي مهنجي پچن روپي امرت جو سواد آيو آهي ؛ سانتيڪي مايا جي ڪرت ڪري ٿو، سو مهنجي ڪرپا سان منهنجي پد کي پراپت ٿيئو. انهيءَ ڪري هي ارجن! تون من جو نهچل خيال مون ۾ رک. نهچل خيال مون مدجهه رکڻ ڪري سنسار جي ڏکن کان ٽري ويندين ؛ جي پنهنجي اهنڪار ڪري مهنجو چيو نه مڃيندين ته ناس ٿيندين. جي تون ايمان ڪري چوندين ته مان جنگ نه ڪندس، سو تنهنجو اهو چوڻ اجايو آهي. هي ڪنتيءَ جا پٽ ارجن! جهڙي سڀاءَ جا ماڻهو پيدا ٿين ٿا، اهي سڀ سڀاءَ جي بندن ۾ بڌا پيا آهن. سڀ ماڻهو سڀاءَ جي وس آهن. سڀاءَ ڪنهنجي وس نه آهي. توکي جو ڪتب جو موهه ٿيو آهي ته مان جنگ نه ڪندس، سو

**تو کان ڌرم ۽ سڀاءَ ضرور جنگ ڪرائيندو.**

هي ارجن! هڪ ايشور جو سروپ سڀني پرت پراڻين ۾ وياپڪ آهي، سو اهي جيو مايا جي وس ٿي پتڪن تا ۽ مونکي نٿا ڏسن. هي ارجن! هي گجهي کان به گجهو گيان مون توکي ٻڌايو آهي. هي ارجن! سڀنيءَ گيتا ۾ مهنجو پيو به گجهو گيان آهي جو تون ٻڌ، چاڪاڻ ته

ئي سمشاز کان وڏراڳي رهي ٿـو. ڪهڙو وڏراڳ؟ هڙي برهما جي لوڪ ۽ هيٺ شيش ناڳم جي لوڪ تائين جيڪي سڪم آهن انهن کي تچ سمجهي ٿو ۽ ناسونت جاڻي ٿو، انهيءَ جو نالو وڏراڳم آهي. وري اهو ڪهڙو آهي؟ ٻل اهنڪار لوڀ؛ ڪام ڪروڌ انهن تياڳيو آهي. ٿورو ڏيهه، لاءِ ڪاڻ انهيءَ جو نالو تياڳ آهي. اهڙو جو ست پرش آهي اهو جيئو ۽ ڏيهه سان مڪت ٿئي ٿو. اهو برهم روپ آهـي. برهم روپ ڇاکي چئجي ٿو؟ مايا جا ٽي گڻ آهن، اهـــي ڪاٽي ڇڏيا اٿس جڏهن ٽيئي گـڻ ڪاٽيائين تڏهن جهڙو آتما برهم هو، اهڙو برهم جو برهم ٿيو، انهيءَ ڪري ان کي برهم روپ چون ٿا. جڏهن برهم روپ ٿيو، تڏهن انجي آتما ڏايو خوش ٿي. جڏهن خوش ٿي تڏهن ونهيءَ شيءِ جي چنتا نه ڪرڻ لڳو؛ اڻ هوئي شيءِ جـي اڇا نه ڪري سڀني پوت پراڻين سان هڪ جهڙو رهي ۽ هڪ نگاهه ڪري جاڻي. اهي ٽيئي پد جا اچڻ چيم. جڏهن ٽئين پد ۾ ماڻهو اچي ٿو، تڏهن مهنجي ڀڳتيءَ کـي جلد پائي ٿو ۽ مهنجي وڏائيءَ جـــو پرتاپ جاڻي ٿو. انهيءَ جي جاڻڻ کـان پوءِ ڪا وڏائي ڪانهي. انهيءَ وڏائيءَ جو جاڻڻ ئـي پرم ڀڳتي آهي، سو هڪڙي ٻل ٻل، دم دم ۽ ڪن ڪن ۾ رام کي سڀالي ٿو. هي ارجن! جنهن مهنجي وڏائيءَ جي گيان روپي امرت کي پيتو

گهرجي. سيکڻن کي پنهنجي ڌرم مان ئي فائدو ٿيندو
آهي. پرائو ڌرم ڪنهن کي فائدو ڪونه ڏيندو آهي.

هاڻي جيڪي پرش چوٿين پد ۾ ليءِ ٿيا آهن؛ انهن
جا لڇڻ ٻڌ. انهن جو نه ڪنهن سان موهه آهي ۽ نه ڪنهن
۾ لالچ آهي. سنسار جي وشين کان پنهنجو من جيتيو
اٿن ۽ ڪنهن به قسم جو انهن کي خيال ڪونهي. ڇا ڪاڻ
ته اٿن؟ سو ٻڌ. اهي جيڪي نهڪرمي سڌ پرش آهن
اهي سنسار جي مول ۾ وڃي پراپت ٿيا آهن، انهيءَ
سک ڪري انهن کي ڀءُ آهي. انهيءَ سک جي برابر ٻيو
ڪو به سک نه آهي. انهيءَ ڪري انهن کي ڪا به اڇا
ڪانهي. هي ڪنتيءَ جا پٽ ارجن! اهي ڪهڙي آنند
کي پراپت ٿيا آهن؟ اهي منهنجي گيان جي ڄاڻ ڪري
مونکي پراپت ٿيا آهن! انهن جي ٻڌ نرمل ٿي ۽ انهن جو
نشچو مون ايشور ۾ درڙ ٿيو. اهي سنساري ماڻهن جي
ڳالهه نٿا ٻڌن ۽ نه پاڻ ڪنهن سان ڳالهائين نه. ڪنهن
سان پريت يا وير رکن، فقط منهنجي شرڻ جو سک پائي
آنند ۾ ويٺا آهن ۽ سنسار جون اهي ڳالهيون جيتيون
اٿن. ڪهڙيون ٿي ڳالهيون؟ ديهه ڪري سنساري
ماڻهو جو سنگ نٿو ڪري، جڀ سان ڳالهائي
نٿو ۽ من ڪري سنساري ماڻهن کي ياد نٿو
ڪري انهيءَ طرح من، ديهه ۽ جڀ اهي جيتيا اٿس
۽ هميشه منهنجي ڌيان سان گڏيو پيو آهي ۽ ساري

بي سڀ نٿيون آهن، وري به ايشور جو وسرڻ اهو تامسي سک آهي. هي ارجن! هاڻي ٻيو ٻڌ. سرڳ، ڪان وٺي پرٿوي ۽ پاتال لوڪ ناڳن تائين اهي ٽيئي لوڪ منهنجي مايا مان پيدا ٿيا آهن. انهن ٽنهين لوڪن ۾ مايا جا ٽي گڻ آهن. انهن ٽنهي گڻن جي ڪري لوڪ ورتجن ٿا ۽ لوڪن ۾ گڻ آهن ۽ گڻن ۾ لوڪ آهن انهيءَ ڪري ٽرگڻي سرشٽ چئجي ٿي. هي ارجن! برهمڻ، کتري، وئش ۽ شودر. انهن چئني ورڻن جي سڀاءَ جي پرڪرتي ٻڌ. اول برهمڻ جي سڀاءَ جي پرڪرتي ٻڌ. اندريون جيتڻيون، من جيتڻو، تپ ڪرڻو، ڪميا ڪرڻي، ڪومل سڀاءُ، گيان پرميشور کي سڃاڻڻ ۽ گوبند ۾ ست ٻڌي، اهي **برهمڻ جا سڀاءَ** آهن هاڻي کتريءَ جا سڀاءَ ٻڌ. سورمو هجي، تيجوارو هجي، جنگ کان نه ڊڄي، پاڻ کي ايشور نه سمجهي ۽ ايشور سان پرِيت رکي، اهي **کتريءَ جا سڀاءَ** آهن. هاڻي وئش جا سڀاءَ ٻڌ. ٻنِي ڪرڻ، وڻج واپار ڪرڻ، ڳانءِ جي شيوا ڪرڻ، اهي **وئش جا سڀاءَ** آهن. هاڻي شودر جا سڀاءَ ٻڌ. انهن ٽنهي ورڻن جي شيوا ڪرڻ، شيوا مان جيڪي ملي ان تي راضي رهڻ، اهي **شودر جا سڀاءَ** آهن. اهي چئني ورڻن جا سڀاءَ آهن. جيڪو پرش پنهنجي ڪرم کي ڪري ٿو، اهو مڪت کي پائي ٿو. هي ارجن! هي جيڪي چار ورڻ چيم ۽ انهن سڀني کي پنهنجو پنهنجو ڪرم ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجو ڌرم نه ڇڏڻ

ڪي مڪتي ملندي ۽ ڪن ڳالهه سان ٻڌن ۾ پوندس،
اهي ڳالهيون جنهن ٻڌ سان ڄاڻي، اها ساتئيڪي ٻڌ
آهي. جنهن ٻـڌ سان ڌرم کي پاپ سمجهي ۽ خراب
کي چڱو سمجهي هڪ جو ٻيو سمجهي، سا راجسي ٻڌ
آهي؛ ۽ ٻڌ سان ڌرم کي اڌرم ڄاڻي ڌرم ڪهڙو ٿيندو
آهي؟ هي ٻڪرو مان مارينديس. نه ته ٿيندو ۽ اهڙيون
ٻيون ڳالهيون سمجهي سا تامسي ٻڌ آهي. هاڻي
ڌرڙتا ٻڌ، من ڪنهن وڪار کي ياد نه ڪري ۽ اندريون
وس ۾ هجن ۽ ايشور جي شرڻ پوي؛ جڏهين اهي سڀ
ڳالهيون هجن، تڏهين ساتئيڪي درڙتا سمجهه. جڏهن
من مايا ۾ ۽ کائڻ پيئڻ ۾ گهمڻ ۽ پوشاڪ پهرڻ ۽ پوڄا
ڪرڻ ۾، انهن وڪارن ڏي ٻيو ڊوڙي تڏهن
راجسي درڙتا سمجهه، ۽ جڏهن الوٽ ننڊ ۾ سمهي
پوي ۽ ڏايي چنتا ۾ ٻڏل هجي ۽ سڀ ڪنهن سان
لڙائي ٻيو ڪري. اهي ٽيئي لڇڻ تامسي درڙتا جا آهن
جي انهن ٽنهي وڪارن کان پاڪي نٿا ڇڏائين انهن
کي تامسي درڙتا ڄاڻ. هاڻي ٽن قسمن جو سک ٻڌ.
جو سک پهريائين زهر وانگر ڪوڙو لڳي ٿو ۽ پوءِ هن جو
ڦل امرت جهڙو مٺو لڳي ٿو ۽ ڪشٽ سان لڀ ڪري
تڏهن سرڳ جو ڦل پائيندو، اهو ساتئيڪي سک آهي.
جو سک پهريائين امرت جهڙو مٺو لڳي ٿو ۽ ٽنهيڪان پوءِ
ڪوڙو لڳي ٿو، اهو راجسي سک آهي.

ڏيکارڻ لاءِ ڪرم ڪري ۽ جيئن ماڻهو منهنجو ناموس ڪن، اهو تامسي ڪرم آهي. هاڻي ڪرڻ ٻڌ. ڪهڙيءَ طرح ٻگهه هوم سراڌ، دان ۽ ٻيا جيڪي ست ڪرم آهن انهن کي ڪري ۽ ڦل نه گهري ۽ ايمان نه ڪري، جيڪي ٿئي انهيءَ تي خوش رهي ۽ ائين چوي ته جيڪي آهي سو سڀ ايشور جو آهي ۽ هينئن ٻه نه چوي ته منهنجو فلاڻو ڪم پورو ٿئي ۽ ڪو ڪم بگڙجي پوي ته ان جي لاءِ ڪلپنا نه ڪري ۽ ڪو ڪم پورو ٿئي ته خوش به نه ٿئي ۽ سمجهي ته منهنجو ڪجهه به نه آهي، سڀ پرميشور جو آهي. ڏک خوشيءَ کان ٻري رهي ۽ جيڪي ايشور جي ڪرپا سان اچي سو ڀوڄن ڪري، انهيءَ ريت ساتوڪي ڪرڻ آهي. ارمان ۽ خوشي ڪري ۽ ٻگهه ڪرڻ ۾ ڪامنا ڪري ۽ ناموس لاءِ ڪري ۽ جيڪو خرچ اچيس ته ان جو ارمان ڪري اهو راجسي ڪرڻ آهي. شاسترن جي وڌيءَ کي نه سمجهي ته ٻگهه ڪهڙيءَ ريت ڪرڻ گهرجي ۽ ڪنهن کي ڪي مٿو نه ٽيڪي ۽ ڏاڍو مورک آلسي ۽ سڀ سان ٻيو وڙهي اهو تامسي ڪرڻ آهي. هي ارجن! هاڻي ٽن قسمن جي ٻڌ ۽ ٽن قسمن جا درڄا ٻڌ. جنهن ٻڌ جي ڪري گرهست ۾ به سکي رهي ۽ چڱي ڪم ڪري چڱو جاڻي ۽ خراب کي خراب جاڻي ۽ هي به سمجهي ته هن ڳالهه ۾ ڌرن

مت آهن، اهي آتما کي نٿا ڏسن. هي ارجن! جنهنکي اهنڪار نه آهي ۽ مان جو آتما آهيان، سو اڪارتا آهيان ۽ ڪجهه به نٿو ڪريان جيڪي چڱا يا خراب ڪم ٿين ٿا، سي من، وائيءَ ۽ سرير ڪان ٿين ٿا، جنهنکي اهڙي بڌ آهي؛ سو جيڪڏهن ڪنهن کي ماري ته به ان تي پاپ ڪونهي ڇو جو انکي ڪنهن ڪم ڪرڻ جو بندن ڪونهي. هي ارجن! ٽن قسمن جو گيان، ٽن قسمن جو ڪرم ڪرڻ ٻڌ. اول ساتيڪي گيان ٻڌ. جنهن گيان جي ڪري سڀ پرت پراڻين ۾ جن کي هڪ ايشور ڏسڻ ۾ اچي ٿو انهيءَ کي سڀ ۾ ڏسي سڀ سان هڪ رهي ٿو ۽ ڪنهن کي ڏک نٿو ڏئي اهو ساتيڪي گيان آهي. هي تنهنجو آهي ۽ هي منهنجو آهي، اهڙي جنهن جي نگاهه آهي، اهو راجسي گيان آهي ۽ جنهن گيان ڪري سيڪنهن کي خراب ڄاڻي ۽ سڀني سان وير رکي، اهو تامسي گيان آهي. هاڻي ڪرم ٻڌ. جو هن ريت ڪرم ڪري ته هي ڪرم ڪرڻ منهنجي جوڳ آهي ۽ ڦل جي ڪامنا نه ڪري، اهو ساتيڪي ڪرم آهي. جنهن ڪرم ڪرڻ ۾ ڦل جي ڪامنا رکي ۽ ايمان سان چوي ته هي ڪرم مان ٿو ڪريان ۽ جنهن ڪرم ڪرڻ مان جنجال گهڻو ٿئي ٿو، اهو راجسي ڪرم آهي، ۽ جنهن ڪرم ۾ ڪو بندن نه رکي نه ڪنهن جيو کي ڏک ڏئي ۽ نه ڪنهن کي گهاٽ ڪري فقط پنهنجي وڏائيءَ لاءِ مايا ڪي

ڪندا آهن ۽ پڻ ست ڪرم جو تياڳ بہ نہ ڪندا آهن ۽ ڦل جي ڪامنا بہ نہ ڪندا آهن.

هي ارجن! اهڙن پرشن جي بُڌ نرمل آهي. انهيءَ نرمل بُڌ مان گيان ٿئي ٿو. جڏهن مهنجو گيان پئدا ٿيو، تڏهن سنسار کان مڪت ٿيو، انهيءَ ڪري ست ڪرمن جو تياڳ ڪرڻ نہ گهرجي. جيئن ڏاڪڻ جي رستي ڪَڏ يا ماڙيءَ تي وڃجي، تيئن هي ست ڪرم مڪتيءَ جي ڏاڪڻ آهن، هي ارجن! جڏهن پيءُ جي بيرج مان ماءُ جي پيٽ ۾ هي جيو اچي ٿو، تڏهن کان وٺي مرڻ تائين هي جيو نهڪرمي نہ آهي ۽ نہ هي جيو گياني ٿئي ٿو، هي جيو ڪڏهن نهڪرمي ٿئي ٿو، سو بڌ. ست ڪرم ڪري اهي مونکي ارپي ۽ ڦل نہ گهري، تڏهن هي جيو نهڪرمي ۽ تياڳي ٿئي ٿو. ٻيو بڌ:- ماڻهن کي هميشہ پنهنجي **ڪرمن جو ڦل ٽن قسمن جو ملي ٿو. چڱي ڪرم جو ڦل سکہ، خراب ڪرم جو ڦل دکہ، چڱن ۽ خراب ڪرمن جو ڦل سکہ** ۽ دکہ. اهي ڦل انهن کي ملن ٿا جيڪي مهنجي شرڻ ۾ نٿا اچن ۽ مايا ۾ موهہ اٿن، ۽ جيڪي مهنجي چرنن جي شرڻ آيا آهن، انهنجي وڃهر اهي نٿا اچن. هي ارجن! آلما ڪهڙي آهي؟ ڪجهہ بہ نٿي ڪري ۽ هڪڙي آهي ۽ نرمل آهي. هي ارجن! انهيءَ کي انهن سڃاتو آهي، جن جي نرمل بڌ آهي؛ ۽ جيڪي انڌ

انهيءَ ڪري چڱا ۽ خراب ٻئي ٻڌڻ ۾ وجهن ٿا، تنهن ڪري ٻئي تياڳ ڪجن. هڪڙا شاستر وري هيئن چون ٿا ته يگيه، دان، تپسيا، اشنان، انهن ڪان وٺي ٻيا جيڪي به چڱا ڪرم آهن اهي ڇڏڻ نه گهرجن. اهي ٻولڻا جي ڏيڻ وارا آهن ۽ انهن ڪرمن ڪري ديهه پوتر ٿئي ٿي. هي ارجن! هاڻي تون منهنجي مت جو تياڳ ٻڌ. تياڳه ٽن قسمن جو آهي، اهو ٻڌ. پهرياڻين منهنجي مت هيءَ آهي ته يگيه، دان، اشنان، تپسيا، اهي ماڻهن کي پوتر ڪن ٿا. گياني پرش انهن جو تياڳ نه ڪندا آهن ۽ انهن کي هميشه ڪندا رهندا آهن، انهن جو ڦل نه گهرندا آهن. انهيءَ ڪري منهنجي مت ۾ اها ڳالهه چڱي آهي ۽ سيني کان اها ڳالهه اُتم آهي. اگيان ڪري آلس ڪرڻ ۽ چڱن ڪرمن کي ڇڏي ڏيڻ ۽ اشنان ڪرڻ ۾ ڪهڙو فائدو آهي، اهڙا جيڪي پرش ماياجي موهه ۾ قاتل آهن انهيءَ کي "تامسي تياڳ" چون ٿا. جيڪي ديهه جي دک ڪري ست ڪرم تياڳ ڪن ٿا، اشنان ڪندس ته سيءَ پوندو ۽ سارو سرير ڏکندو. اهو راجسي تياڳ آهي. جيڪي ست ڪرم ڪن ٿا، سي پهرياڻين هيئن چون ٿا ته منهنجو برهمڻ يا کتريءَ جو جنم آهي. اشنان کان وٺي ٻيا سڀ ڪرم ڪرڻ گهرجن ۽ انهن جو ڦل نه گهري، اهو "ساتڪي تياڳ" آهي. هي ارجن! گياني پرش اشنان کان وٺي جيڪي ست ڪرم ڪندا آهن، انهن جي نندا ٻـ نه

# اڏياءُ ارڙھون

## (موڪش سنياس يوڳ)

ارجن چوڻ لڳو ته ”ھي شري ڪرشن ڀڳوان! ھي مڌسوڌن جي نـاس ڪرڻ وارا! ھي پرڀو! سنياس



ڇاکي چون ٿا ۽ تياڳ ڇاکي چون ٿا؟ انھيءَ جو اثر ڪرپا ڪري ٻڌايو.“
شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته ”ھي ارجن! سنسار جي ڪامنائن کي لياڳي ۽ مڌھجي شرڻ ۾ اچي اھڙو جو گياني پرش آھي، سو سنياسي آھي. ھي ارجن! مڌھجي چرنن جي شرڻ ۾ اچي ڪري مڌھجي ڀڳتيءَ ڪانسواءِ ڪا ٻه ڪامنا نه ڪري، اھڙو جيڪو گياني پرش آھي انھيءَ کي لياڳي چون ٿا.“
ھي ارجن! اھو ته مون ٻڌھجي مت جو سنياس ۽ لياڳ چيو، ھاڻي شاستر جو متو ٻڌ، ھڪڙا شاستر ھيئن چون ٿا، ته جيئن خراب ڪرم ڇڏجن تيئن چڱا ڪرم به ڇڏجن، ڇو جو چڱن ڪرمن جو ڦل سون جي برابر آھي سو انھيءَ سون جا زنجير پيرن ۾ آھن ۽ خراب ڪرمن جو ڦل لوھ جي برابر آھي سو انھيءَ لوھ جا زنجير پيرن ۾ آھن؛

ڪري ان هاٿيءَ لاءِ پڇيو. جن ڏسي ڪري چيو ته
هي راجا! هنکي ڪو به ڏک لڳل ڪونهي هنکي ته ڪو
پنهنجي من جو روڳ لڳل آهي. تڏهن راجا هاٿيءَ کي
چيو ته هي هاٿي! تون ئي ڪجهه ڳالهاءِ ته توکي ڪهڙو
ڏک آهي؟ پوءِ پرميشور جي شڪتيءَ سان هاٿيءَ منش
جي ٻوليءَ ۾ ڳالهايو ته هي راجا! ساڌوءَ جي گهر جو آن
اهو کائي جو ڌرماتما هجي. مان ته مها پاپي آهيان
انهيءَ ڪري هن جي گهر جو آن کائڻ مونکي جوڳ نه
آهي. تڏهن ساڌوءَ چيو ته هي راجا! تون هي هاٿي
پنهنجو موٽائي وٺ. راجا ورندي ڏني ته هاٿي دان
ڪري موٽائي نه وٺندس. هي هاٿي تون وٺي وڃ.
تڏهن هاٿيءَ چيو ته هي سنت! تون ڪلپنا نه ڪر.
تنهنجي گهر ۾ جيڪڏهن ڪا گيتا جي پوٿي آهي ته
مونکي هنجي سترهين ادياءِ جو پاٺ ٻڌاءِ. ساڌوءَ ائين
ڪيو. سترهين ادياءِ جي پاٺ ٻڌڻ سان هاٿيءَ جي
ديهه ڇٽي. آڪاس مان وِمان آيو جنهن تي چڙهي راجا
جي اڳيان اچي بيٺو ۽ انهي استتي ڪري چوڻ لڳو ته
توهان ۽ ساڌوءَ جي ڪرپا سان گيتا جي سترهين ادياءِ
جي ٻڌڻ سان مونهجي مڪتي ٿي آهي. شري نارائڻ
چوڻ لڳو ته هي لڇمي! اهو گيتا جي سترهين ادياءِ
جو مهاتم آهي.

**...ت شري ڀڳوت گيتا جي سترهين آڌياءِ جو مهاتم پورو ٿيو.**

# * سترهين آڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوڻ لڳو تہ هي لڇمي! مدليڪ نالي نگر ۾ د شاسن نالي هڪڙو راجا هو تنهن ٻئي هڪڙي راجا سان اها شرط رکي تہ جنهنجو هاٿي کٽي سو اهو ڌن کٽي. ٻئي راجا اها شرط کٽي. ڪيترن ڏينهن کان پوءِ دشاسن جو هاٿي مري ويو جنهن جو راجا کي ڏاڍو ڏک ٿيو. چوڻ لڳو تہ هڪڙو ڌن ويو پيو تہ هاٿي مري ويو ٿيون شهر ۾ بہ گلا ٿي. انهيءَ ڏک ۾ نيٺ راجا بہ مري ويو. جم دوتن ڌرمراءِ وٽ وٺي ويا. ڌرمراءِ حڪم ڏنو تہ هي هاٿيءَ جي ڏک ۾ مئو آهي تنهنڪري هنکي هاٿيءَ جو جنم ڏيو. پوءِ راجا سنگلديپ ۾ وڃي هاٿي ٿيو ۽ هن کي اڳلي جنم جي خبر هئي. انهيءَ خيال ۾ هو نہ کائي نہ پيئي. فقط زار زار پيو روئي. اتري ۾ هڪڙو ساڌو آيو جنهن آئي جي راجا کي شاستر جو سلوڪ پڙهايو جو ٻڌي راجا ڏاڍو پرسن ٿيو ساڌوءَ کي چوڻ لڳو تہ ڪجهہ گهر. ساڌوءَ چيو هڪ هاٿيءَ جي گهرج آهي. راجا اهو هاٿي کٽي ساڌوءَ کي ڏنو. ساڌو هاٿيءَ کي پنهنجي جاءِ تي وٺي آيو ۽ ان جي اڳيان کاڌو رکيائين پر هاٿي نہ ڪجهہ کائي نہ پيئي رڳو روئي ئي روئي پيو. پوءِ ساڌوءَ راجا کي چيو تہ هي راجا! هي هاٿي تہ ڪجهہ کائي پيئي ٿي نٿو، رڳو روئي ٿي روئي پيو. راجا اها ڳالهہ ٻڌي هوشيار پيلوانن کي آڻائي

آهيان. پاڻ ڀرءِ مون ۾ پيد نه ڄاڻي ۽ هيئن چوي ته
مان من وچن ۽ ڪرم ڪري ڀڳوان جو داس آهيان
مهنجو داس ٿي جيڪو مون کي شرڌا سان ارپڻ ڪري
ٿو سو مان انگيڪار ڪريان ٿو. اهڙيءَ طرح ڀڳت جو
ڏنل دان مان وٺان ٿو. هي ارجن! جنهن ڪي شرڌا
ڪانهي سو جيڪڏهن ڪجھ ڪٿي اڳيءَ ۾ هوم ڪري
يا دان ڪري يا تپ ڪري يا ست ڪرم ڪري لهنجو
مان انگيڪار نٿو ڪريان ۽ بنا شرڌا سان جيڪڏهن
پٽرن جي مورتن کي نمت ڪري ٿو ته اهي به انگيڪار
نٿا ڪن. شرڌا ۽ پريت کان سواءِ ڪجھ دان ڏنل کنهن
کي ٿو ملي سو بند. اهو قل پورع پريت جي ديهه ڌاري
پاڻ کي ٿي پوڄڻو پوندو آهي مون کي پراپت نه ٿيندو
آهي بعضي مان ان کي گرهڻ نه ڪندو آهيان. اها ڳالهه
تون پڪ ڪري ڄاڻ.

## تات پرج

من، واڻي ۽ شرير سان کنهن کي نه ڏکو اچي. قل
جي اچا ڇڏي، پولـر اسنان، شبب وقت ۽ گهرجائو
سليڇڻي ماڻهوءَ کي دان ڏيڻ گهرجي، شرڌا سان ڏنل
دان پوتر آهي، ”اوم تت ست“ مکيه منتر آهي.
هميشهه ست ڪرم ڪرڻ گهرجي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي شرڌا تريه ويڀاڳ يوگ نالي سترهون آڌياءِ پورو ٿيو.

انهيءَ ريت جيڪو دان ڪري ٿو اهو ”سانتيڪي دان“
آهي. هاڻي راجسي دان ٻڌ. انهيءَ برهمڻ کي دان ڏني
جڏهن کان پڇهڙو ڪو اُپڪار نہ ٿئي ۽ دان ڏيڻ ۾ ڦل
جي ڪامنا ڪري اهو راجسي دان آهي. هاڻي تامسي
دان ٻڌ. زمين بہ اَشڌ هجي، سامان بہ اَشڌ هجي، پاڻ بہ
روڳي ڪاڻي پوءِ دان ڪري ۽ برهمڻ بہ ڪڪرمي هجي،
يا ڪنهن گهٽ ذات يا مليڇ کي دان ڏئي ۽ ڪروڌ
مان گاريون ڏيئي پوءِ دان ڏئي اهو ”تامسي دان“ آهي.
هي ارجن! ”اوم تت ست“ اهو ٽن پرڪارن جو
نالو پاربرهم جو چيل آهي اهو ڪهڙو آهي؟ جڏهن جي
رچي گڻ مان سدسار جي اُتپت ڪرڻ وارو برهما پيدا
ٿيو، جڏهن سانتيڪي گڻ مان سدسار جي پالنا ڪرڻ
وارو وشنو پيدا ٿيو ۽ جڏهن تمي گڻ مان سنسار جي
ناس ڪرڻ وارو مهاديو پيدا ٿيو. هاڻــي يگيہ، دان،
تپ جو ڦل ٻڌ. جيڪي پرش انهيءَ جو ڦل نتا گهرن
فقط مڪتيءَ جي ڪامنا اٿن اهي مڪتيءَ کي پائيندا ۽
جيڪي پرش ڪامنائن لاءِ ڪرم ڪن ٿا اهي ڪامنائن
کي پائيندا. هي ارجن! مدهنجي ڳالهہ ٻڌ. مدهنجا ڀڳت
پريت سان مونکي گل ڦل شرڌا سان ارپڻ ڪن ٿا اهي
مان انهن کان وٺان ٿو. سو ڪهڙيءَ ريت؟ سو ٻڌ. اول
تہ مون کي ستيہ ڄاڻي ۽ ٻيو تہ جيڪي مان پرميشور
کي ارپڻ ڪريان ٿو سو هي پرميشور مدهنجو انگيڪار
ڪر ۽ پاڻ کي هيڻو سمجهي تہ مان پرميشور جو ڀڳت

سواس جو لپ ڪري. هر هر مهندر نسي سمرڻ ڪري
هري رام، هري ڪرشن، هري گوبند، پرماتما،
پرميشور نارائڻ، نرنجن، ابناسي، ڀڳت وچل،
هري اوم، راڌا ڪرشن، الک ديو، پرک وشنو،
جگديش، سرو وياپي، انتر يامي ۽ ٻين نالن جو
جاپ ڪرڻ اهو سواس جو لپ آهي ۽ هن تپسيا جي ٽن
پرڪارن جا ڀيد ٿيا. هي جو ڏاهه، من، وچن ۽ سواس
جا لپ مون چيا آهن سي جيڪي شرڌا سان ڪندا
اهي پرش اڇي مون کي ملندا ۽ پرير سان تپسيا ڪري
۽ ڦل نه گهري اها تپسيا مون کي ارپڻ ڪري اهو
سانتيڪي تپ آهي ۽ ناموس جي لاءِ لپ ڪري
۽ پنهنجي پوڄا ڪرائي اهو پاکنڊي راجسي تپ آهي
ڦل جي ڪري لپ ڪري جنهن لپ ڪري پاڻ کي
ڪشٽ ڀر وجهي ۽ ڪنهنجي اري ڪرڻ لاءِ لپ ڪري
اهو ”تامسي“ تپ آهي. هي ارجن! هاڻي ٽن
پرڪارن جا دان ٿا. سانتيڪي دان- هي دان مون
کي ڪرڻو آهي سو ڪيئن ڪري؟ ”اُم گرهستي اڌهمڻ
کي دان ڏئي، جنهن کان سنسار ڀر ٻيو ڪجهه به نه ٿي
سگهي ڪرم ڪرڻ واري اڌهمڻ کي دان ڏئي،“ جنهن
به پوڙهو هجي، گئوءِ جي جيڏي سان ليمو پائي، سامان
به سڀو هجي ۽ پرياس ڪال جو سمو هجي، پاڻ به سنان
ڪري پوڙهو لئي ۽ اڌهمڻ به پوڙهو پورن ڪرمي هجي

ڪري مڌهن ڌوئي، تلڪ ڏئي، سالگرام جي پوڄا
ڪري ۽ جيڪي پڙوان گياني آهن انهن جي سيوا ڪري
۽ برهم چريه رکي. برهمچاريه جا آهي سو ٻڌ. هي
ارجن! جيڪو گرهستي هجي ته پرائيءَ استريءَ
کي هٿ نه لائي ۽ جي ورڪت ويراڳي هجي ته
استريءَ جو نالو به نه وٺي. ان جو خيال به نه ڪري اهو
برهم چريه آهي. ماءُ پيءُ جي سيوا ڪري اهڙيءَ ريت
سڀني جو تپ ڪرڻ ضروري آهي. هاڻي وچن جو
تپ ٻڌ. اول ته سدائين سچ ڳالهائي جنهن سچ ڳالهائڻ
جي ڪري ٻڌڻ وارا خوش ٿين ۽ مٺو ۽ ڌيري ڳالهائي ۽
ڪنهن کي سڏ ڪري ته هيئن ڪري، سڏي
ڪري او ڀائي، سنت، ڀڳت، پرڀوءَ جا پيارا!
مطلب ته اهڙي نموني ڳالهائي جيئن ٻڌڻ وارو خوش
ٿئي، اهڙو ڳالهائي ۽ جي ٻيو ڪو سڏي ته هڪي جيءُ
چوي الهيءَ کي وچن جي تپسيا چئبي آهي. ٻيا وچن
جا تپ ٻڌ. سنڌيا گايتري پڙهي يا ويدن جو پاٺ
ڪري، پراڻن جا استوتر پڙهي ۽ ڪٿا جا مهڙي اوتارن
جي ليلا آهي اها پڙهي، ڪيرتن ڪري، وشنو پد ڳائي
اهي به وچن جا تپ آهن. من جا تپ ٻڌ. من کي
پرسن رکي، من جي پرمات مون ۾ لڳائي ۽ من کي شد
ڪري مون ۾ شردا رکي ۽ مون ۾ من ارپڻ ڪري هاڻي

ٿئي ٿو اهو ڪاڏو راجسي ماڻهن کي پيارو آهي. هاڻي
تامسي ڪاڏو ٻڌ. رات جي پاروٿي روٽي جنهن ۾
سواد به نه هجي ۽ ڪنهن جو جوٺو هجي اهو ڪاڌو تامسي
ماڻهن کي پيارو آهي. جيڪي تامسي آهن انهن جا يگيه.
ٻڌ. اول سانتيڪي يگيم ٻڌ. جنهن يگيه ۾ ڦل جي
ڪامنا نٿا رکن ۽ ماڻهن جي سک لاءِ ڪن ٿا ۽ شاسترن
جي وڌيءِ انوسار ڪن ٿا. يگيه ڪندڙ چوي ته مون
کي يگيه ضرور ڪرڻ گهرجي. انهيءِ رات جيڪو يگيه
ڪري ٿو اهو سانتيڪي يگيه آهي. راجسي يگيم ٻڌ.
جنهن يگيه ۾ ڦل جي ڪامنا ڪانهي فقط ماڻهن جي
ڏيکارڻ لاءِ ۽ ناموس لاءِ ڪن ٿا اهڙي يگيه کي هي
ارجن! راجسي يگيه سمجهه. هاڻي تامسي يگيم ٻڌ.
جنهن يگيه ۾ شاسترن جي وڌي نه آهي ۽ من به پوتر
نه هجي ۽ ويد جو منتر به نه پڙهي ساڌو برهمڻ ڪسي
يگيه کان پوءِ ڏڪشا به نه ملي ۽ يگيه ڪرائڻ واري جي
مرضي به نه هجي اهڙي يگيه کي تامسي سمجهه. هاڻي
ٽن پرڪارن جا تپ ٻڌ. انهن ٽن پرڪارن مان هڪڙو
نه ديهه ڪري، ٻيو من ڪري ۽ ٽيون وچن ڪري، اول
ديهه جو تپ ٻڌ. جتي به ڪو نندو جيو هجي، انهيءِ
کي ڏسي پير نه رکي، ڪنهن جيو کي دک نه پهچي
اها ٻين جي لسيا آهي. هٿن سان ورڻ ٽـڻ ۽ هلندڙ
جيو کي دک نه ڏني اها هٿن جي اهسيا آهي. ديهه
کي پاڻيءِ ۽ مٽيءِ سان پوتر رکي ڏنڊڻ ڪري، سدا

پرڪرتي پڻ. پوتر، پريت ۽ گڻ اليادي جـــي ناسي
جو ٽيون آهن تن ۾ انهن جو من لڳو رهندو آهي. جي
انهيءَ پرڪار جي لپسيا ڪندا آهن سا دئيتن جي لپسيا
آهي جا شاسترن ۾ نہ چيل ني ڪانهي ڪهڙي لپسيا ڪا
ڪن؟ جنهن جي ڏسڻ مان اُلٽدو ڏپ لڳي اُو ۽ ماڻهن
جي ڏيکارڻ لاءِ ڪا ڪن نہ ماڻهو ڏسي اُين چون نہ هي
ڏاڍو لپسي آهي ۽ من ۾ جن جي ڪامنا آهـــي جنهن
لپ ڪري سرير کي ڪشت بہ لڳي ۽ مان جو انهن جي
ديهہ ۾ آتمارام آهيان سو مونکي بہ ڏک ٿا ڏين. اهڙا
اگياني ۽ اندمت آهن جي ان نموني جي لپسيا ڪن ٿا
انهن کي لون دئيت لپ ڪري جاڻ. اهي سڀ دئيتن
جا لپ آهن. هاڻي اوجن! کاڌي جا قسم پڻ. کاڌو اـ
ٽن پرڪارن جو آهي ۽ لپسيا بہ ٽن پرڪارن جي آهي.
اول سانتڪي کاڌو ٻڌ. جنهن جي کائڻ ڪري عمر
وڌي لڳي ني سو عمر کي وڌائڻ جو کاڌو اهوئي آهي
اهو ديوتائن کي مليو آهي جنهن جي کائڻ ڪري د يوتا
امر ٿيا آهن. هاڻي مٺش جو کاڌو ٻڌ. جنهن جي کائڻ
ڪري ديهہ ۾ ٻل لڳي ۽ بيماري بہ نہ لڳي، جنهنجي کائڻ
ڪري من ۾ پريت لڳي، چڱو کاڌو ڪانهي سواد سان دال
چانور ڳڌي روٽي گيهہ سان مکي کائجي اهو سانتڪي
کاڌو آهي اهو کاڌو ماڻهن کي پيارو آهي. هاڻي راجسي
کاڌو ٻڌ. لمام گرم کاڌو جنهن جـي کائڻ ڪري واءُ
سڙي بيماري وڌي ۽ جنهن جـــي کائڻ ڪري نقصان

# اڌياءُ سترهون

## (شرڌا تريه وڀاڳ يوڳ)

## يعني [ٽن قسمن جا شرڌا يوڳ]

ارجن لو ڇوي ته هي شري ڪرشن ڀڳوان! جيڪي



شاستر وڌيءَ کي ڇڏي رکو شرڌا سان پوڄا غيره ڪن ٿا انهن جي ڪهڙي گتي ٿئي ٿي، سانتيڪي، راجسي يا تامسي؟ شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته هي ارجن! **پوڄا ڪرڻ جي وڌي به ٽن پرڪارن جي آهي سانتيڪي، راجسي ۽ تامسي** سا لون ٻڌ. هي ارجن! جيڪي سانتيڪي آهن انهن جو نشچو ٻڌ. اهي هڪڙوئي ايشور سرو وياپي جاڻن ٿا. سڀ سان نمرتا ڀاؤ رکي هلن ٿا ۽ سڀ ۾ موڪي لي سمجهن ٿا، اهي سانتيڪي پرڪ آهن. هاڻي انهن جي پرڪرتي ٻڌ. ديوتائن جي پوڄا ڪرڻ جي شرڌا لڳي رهندي آهي. هاڻي راجسي پرڪرتي ٻڌ. ٻرهن ۾ ۽ راڪسي پوڄا ۾ انهن جو من لڳو رهندو آهي. هاڻي تامسي

پرڪرتي پئدا. ڀوت، پريت ۽ گڻ الياد ي جــي ناسي
جوڙيون آهن تن ۾ انهن جو من لڳو رهندو آهي. جي
انهيءَ پرڪار جي تپسيا ڪندا آهن سا دئيتن جي تپسيا
آهي جا شاسترن ۾ نه چيل ني ڪانهي ڪهڙي تپسيا ٿا
ڪن؟ جنهن جي ڏسڻ مان اُتلندو ٻپ ٿئي ٿو ۽ ماڻهن
جي ڏيکارڻ لاءِ ٿا ڪن نه ماڻهو ڏسي اِئين چون نه هي
ڏاڍو تپسي آهي ۽ من ۾ جن جي ڪامنا آهـــي جنهن
تپ ڪري سرير کي ڪشت ٿئي ٿي ۽ مان جو انهن جي
ديهه ۾ آتمارام آهيان سو مونکي ٿي ڏک ٿا ڏين. اهڙا
اگياني ۽ انڌمت آهن جي ان نموني جي تپسيا ڪن ٿا
انهن کي تون دئيت لپ ڪري ڄاڻ. اهي سڀ دئيتن
جا تپ آهن. هاڻي ارجن! کاڌي جا قسم ٻڌ. کاڌو به
ٽن پرڪارن جو آهي ۽ تپسيا به ٽن پرڪارن جي آهي.
اول سانتيڪي کاڌو ٻڌ. جنهن جي کائڻ ڪري عمر
وڌي ٿئي ٿي سو عمر کي وڌائڻ جو کاڌو اُهو آهي
اهو ديوتائن کي مليو آهي جنهن جي کائڻ ڪري ديوتا
امر ٿيا آهن. هاڻي مدش جو کاڌو ٻڌ. جنهن جي کائڻ
ڪري ديهه ۾ بل ٿئي ۽ بيماري به نه ٿئي، جنهنجي کائڻ
ڪري من ۾ پريت ٿئي، چڱو کاڌو کائجي سواد سان دال
چانور گڏي روٽي گيهه سان مکي کائجي اهو سانتيڪي
کاڌو آهي اهو کاڌو ماڻهن کي پيارو آهي. هاڻي راجسي
کاڌو ٻڌ. تمام گرم کاڌو جنهن جي کائڻ ڪري واس
سڙي بيماري وڌي ۽ جنهن جـــي کائڻ ڪري نقصان

# اڌياءُ سترهون

## (شرڌا تريہ وڀاڳہ يوڳ)

## يعني [ٽن قسمن جا شرڌا يوگہ]

ارجن ٿو چوي تہ هي شري ڪرشن ڀڳوان! جيڪي شاستر وڌيءَ کي ڇڏي رڳو شرڌا سان پوڄا وغيره ڪن ٿا انهن جي ڪهڙي گتي ٿئي ٿي، سانتيڪي، راجسي يا تامسي؟ شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي ارجن! **پوڄا ڪرڻ جي وڌي بہ ٽن پرڪارن**



**جي آهي سانتيڪي، راجسي ۽ تامسي** سا تون ٻڌ. هي ارجن! جيڪي سانتيڪي آهن انهن جو نشچو ٻڌ. اهي هڪڙوئي ايشور سرو وياپي جاڻن ٿا. سڀ سان نمرتا ڀاءُ رکي هلن ٿا ۽ سڀ ۾ مونکي ئي سمجهن ٿا، اهي سانتيڪي پرک آهن. هاڻي انهن جي پرڪرتي ٻڌ. ديوتائن جي پوڄا ۾ انهن جي شرڌا لڳي رهندي آهي. هاڻي راجسي پرڪرتي ٻڌ. يڇن ۽ راڪسي پوڄا ۾ انهن جو چت لڳو رهندو آهي، هاڻي تامسي

مان ڏهاڙي سورهين اڌياءَ جو پاٺ ڪندو آهيان. راجا
چيو ته هي سنت! هاٿي اڳين جنم ۾ ڪير هو؟ ساڌوءَ
چيو ته هي راجا! هي هاٿي اڳين جنم ۾ غريب جو
چڪرو هو ۽ سندس گرو کيس چڱي وديا سيکاري
هئي. هڪڙي ڏينهن سندس گرو تيرٿ ڪرڻ ويو ۽ هن
جو ڏايو اچي ناچار ٿيو ۽ ديس پرديش مان ماڻهو هن
جي درشن لاءِ پيا اچن. ٻارهن سالن کان پوءِ گرو آيو
پر هن جو چيلو وڏيءَ سڀا جي وچ ۾ گديءَ تي چڙهي
گرو ڏٺو ويٺو هو هن من ۾ اهو خيال ڪيو ته هاڻي
جيڪڏهين هن جي اڳيان آدرستڪار ڪرڻ لاءِ اٿندس
ته مهنجو مان گهٽجي ويندو. اهو خيال ڪري اکيون
ڪٽي بند ڪيائين. گروءَ سمجهي ورتو ته هن مون کي
ڏسي اکيون ڪٽي ٻوٽيون آهن. ”هي انڌا ٿون پهنجي
وڏائيءَ ۾ انڌو ٿيو آهين. مون کي آدرستڪار ڪري
تو مٿو به نه نيڪيو. هاڻي مهنجي سراپ ڪري تون
هاٿي ٿيندين.“ ايترو ٻڌي راجا پنهنجي راڻي پـ
ڪي ڏيٺي پاڻ لپ ڪرڻ لڳو ۽ ڏهاڙي گيتا جـ
سورهين اڌياءَ جو پاٺ ڪري پرم گتيءَ کي پراپت ٿي
شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! اهو سورهين اڌ
جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي سورهين اڌياءَ مهاتم پورو ٿيو.

ساڌوءَ کي چيو ته هي سنت! ٻيري لي وچ ته نه هاٿي
لوکي ماري وجهندو. سنت چيو جيڪڏهن منهنجي
موت هن جي هٿان ليکو هوندو ته اوس ٿيندو. ايتري
ڪندي هاٿي به اچي پهتو. هاٿيءَ ساڌوءَ کي
ڏسي سونڍ سان نمسڪار ڪيو. ماڻهن سمجهيو ته اڄ
نو ماريس. ساڌوءَ چيو ته هي هاٿي مان توکي سڃاڻان
ٿو. تون اڳئين جنم ۾ پاپي هئين. هاڻي مان ڏهنجو اڌار
ڪريان ٿو. هاٿي هرهر ساڌوءَ کي نمسڪار پيو ڪري.
ماڻهن اهو حال ڏسي وڃي راجا کي ٻڌايو. راجا به اچي
ڏٺو ته هاٿي برابر ساڌوءَ جي اڳيان سونڍ کي هيٺ
ڪري بيٺو آهي. ساڌوءَ چيو هي هاٿي! اوري اچ
هاٿيءَ اڳيرو اچي چرن وندنا ڪئي. ساڌوءَ ڪرمنڊل
مان پاڻي ڪڍي چيو ته هي هاٿي! گيتا جي سورهين
اڌياءَ جو ڦل مون توکي ڏنو. ائين چئي اهو پاڻي هاٿي
جي مٿان ڇڪايائين. پاڻي پوڻ شرط هاٿيءَ جي ديهه
ڇٽي ۽ ديو ديهي پاتائين ۽ ومان ۾ چڙهي راجا جي
اڳيان اچي چيائين ته هي راجا! مان توکي ڌرماتما ڄاڻي
ڪري اچي ڏهنجي شهر ۾ ٽڪيس ته ڪو اهڙو سنت
اچي جو منهنجي مڪتي ڪري. هاٿي ائين چئي وئڪنٺ
ڏي روانو ٿي ويو. پوءِ راجا سنت کي نمسڪار ڪري
چوڻ لڳو ته هي سنت! توهان کهڙو منتر چيو جنهن
ڪري هاٿيءَ جو اُڌار ٿيو. سنت چيو ته مون گيتا جي
سورهين اڌياءَ جي پاٺ جو ڦل ان جي نمت دان ڏنو

پاڪيزگي، ايمان، ڪئوريا، اگيان وغيره اهي آسري
سمپتي گڻ آهن.
ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ اهي ٽيئي نرڪ جا دروازا آهن.
شاستر جي وڌيءَ موجب سٺا ڪرم ڪرڻ گهرجن.

## ات شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن آرجن سنباديِ ديئواسر سنپد وڀاڳ يوگ نالي سورهون آڌياءُ پورو ٿيو.

—o—

## ❋ سورهين اڌياءَ جو مهاتم ❋

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! سورٺ نالي هڪڙو شهر آهي ان ۾ ڪرگه نالي هڪڙو راجا هو سو ڏاڍو ڌرماتما ۽ سڌت شيوڪ هو. راجا وٽ هاٿي تمام گهڻا هئا جن ۾ هڪڙو هاٿي تمام مست هو جو پيلوان کي ۾ ويجهو اچڻ نه ڏيندو هو، راجا ڏهس ۾ڏهس جا پيلوان آڻايا ۽ انعام ٺهرايائين ته جيڪو هن هاٿيءَ جي مستي لاهيندو تنهن کي انعام ڏيندو. ۾ ان هاٿيءَ جي مستي ڪانه لاٿي ۽ نڪو ڪوئي ان جي ڪنهن ۾ مستي سگهيو. هاٿي راجا جي مندر اڳيان ويجهو ئي وڃي وينو رهيو ۽ ڪنهن مهل اٿي هيڏي هوڏي وڃي ماڻهن کي ٿي ماريائين. راجا گهڻائي اپاءَ ڪيا ۾ ڪنهن ڪين ورتو. هڪڙي ڏينهن اهو هاٿي شهر مان ٻاهر آيو ته ان جي سامهون هڪڙو سادو ٻڌي آيو. ماڻ

جوڙيون آهن اهي ڏيان تون. اهي کهڙيون؟ ڏنڌو جو جنم، پـــر اهو سارو ٻڌ ٻوءِ سان ڀريل هوندو ۽ روڳي هوندو. ڪتي جو، ٻلي جو، ڪوئي جو ۽ پيون جيڪي خراب جوڙيون آهن اُهي ڏيان تون. هي ڪنتي نندن! جن مون کي نه پاتو آهي اهي هر هر نيچ جنم پائين ٿا. هي ارجن! جيهن کي نرڪ ڇون ٿا تدهڪي ٽي دروازا آهن ۽ اهي هن آتما کي ناس ڪرڻ وارا آهـــن سي کهڙا آهن؟ ڪام، ڪروڌ، لوڀ اهي ٽي دروازا نرڪ جا آهن. هي پرنتر! جيڪي ماڻهو انهن کان پري آهن انهن کي پرم گت ملي ٿي ۽ پنهنجي آتما کي سکي رکيو ائن. هي ارجن! جيڪو شاستر جي ودّيءَ ڪي نيا ڳي پنهنجي من جي مٿي تي هلي تپسيا دان ڪري ٿو سو اهو انهن جو ڦل نٿو پائي. انهن جـو سک ناسي آهي ۽ ڪڏهن به مڪت کي پراپت نه ٿيندو. ان لاءِ ڪرڻ جوڳي ڇا آهي ۽ نه ڪرڻ جوڳي ڇا آهي ان جي نرنئه ڪرڻ لاءِ شاستر جي پرماڻ هٿڙ ڪپي ۽ شاستر جي ودّي جاڻي توکي ڪم ڪرڻ گهرجي.

## ڏات پرچ

نرپنه پڻو، هردي جي شدّي، استر ٻڌي، اندريون روڪڻ، تپسيا، اهنسا، سچ ڳالهائڻ، تياڳ، شانتي، چغلي نه هڻڻ، نندا نه ڪرڻ، ديا ۽ دان ڪرڻ، وشين ۾ نه ڦاسڻ، منو سياڻ، ڪميا ۽ ڌيرج ڪرڻ، ڏوهه نه ڪرڻ، ايمان نه ڪرڻ، پوينترتا. اهي ديوي سمپتي گڻ آهن.

چِتائُن ۾ پيا گذارِن. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اَهنڪار جي ڦندن ۾ ڦاٿا پيا آهن. مايا جي موهه ۾ مست ٿي رهيا آهن. پاپ ڪري مايا گڏ ڪئي اٿن ۽ ٻِل جا هيڻ آهن ۽ ڀڳوان جو ناس پاڻ پيا ڪن. جڏهن ڇل ول ڪوڙ ڪپٽ ڪري مايا گڏ ڪن ٿا تڏهن ان کي لاڀ ڪري ٿا سمجهن. هي مطلب اڄ پورو ٿيو، ٻيو مطلب سڀاڻي پورو ٿيندو، دشمن کي مارڻ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي، ڏس ته ڪيئن ٿو مار ڀانس، ڏاڍو ٻلوان آهيان، سکي آهيان، سچار آهيان، ڀوڳي آهيان، سڀ ڀيڙهيو شاهوڪار آهيان، منهنجي برابر ٻيو ڪوبه ڪونهي مان سڀ کان وڏو آهيان ۽ ٻيا سڀ منهنجا داس آهن، اهي وشين جي ڀوڳ ۾ انڌا آهن. هي ارجن! انيڪ پرڪارن جي وشين ۾ انهن جو من ٻيو ٻرمي ۽ موهه جي ڄار ۾ ڦاٿا پيا آهن. انهن جو حال ڪهڙو لو لکي؟ هتي هاڻي به نرڪ ته پوءِ به نرڪ ۾ پوندا. ڪنهن کي به مڃو نٿا ليڪن مايا جي موهه ۾ انڌا آهن ۽ ناموس لاءِ دان ڪندا آهن ۽ اهڙا پاکنڊي آهن جو جڏهن ريت دان ڪرڻ گهرجي انهيءَ ريت نٿا ڪن اُهي اهنڪار ۽ ڪروڌ ۾ ڀرپور آهن ۽ مان جو آتما رام سڀني ۾ وياپڪ آهيان سي مون کي نٿا سڃاڻن. اُهي دليت ٻڌ جا ماڻهو آهن سي ڪنهن کي ڏک پيا ڏين ۽ ڪنهن جي نندا پيا ڪن اهڙا جيڪي سخت ماڻهو آهن انهن جو حال ٻڌ. مان انهن سان ڪيئن ٿو هلان؟ انهن کي ڏک ڏيندڙ جيڪي

تون پنهنجي من ۾ ڪو ويچار نہ ڪر. تون ديوتائن جي
سڀاءَ ۾ ڄائو آهين. ڄمڻ مهل تو ۾ ديوتائن جا سڀاءَ
اڳي پيا هئا. هي ارجن! ديوتائن جا سڀاءَ چڱيءَ رات
ٻڌاياماڻ ۽ دئيتن جا توري ۾ ڇير سو ڪجھ ٿورا پيا ٻه
ٻڌ. هي ارجن! جن ۾ دئيتن جا سڀاءَ آهن اهي نہ
گرهست ۾ سگهي ۽ نہ اليت (نيارو) ٿي وهڻ ۾ سگهي
آهن. اُلبت تيڻ جي جن کي خبر نہ آهي تہ اُلبت
ڪيئن ٿيو آهي ۽ نڪي پوتر ٿا ڪي ٿا ڄاڻن تہ ڪيئن
سنان ڪري پوتر ٿيو آهي ۽ مان جو ست سروپ آهيان
تنهن کي نٿا ڏسن ۽ پاڻ ۾ گڏجي هيئن چون ٿا تہ
پرميشور ڪٿي آهي، ڪنهن ڏٺو آهي، پرميشور آهي
ئي ڪونہ، سنسار جي رچڻ وارو ڪو بہ ڪونهي ۽ نڪو
سنسار جو ايشور آهي ۽ اسان پاڻ مان پيدا ٿيا آهيون
۽ چون تہ اسان پرميشور آهيون، اهي مورک انڌا اگياني
آهن. سيني ڳالهين ۾ هيءَ ڳالهہ اُتم ڪري مڃي ائن.
ڪهڙي؟ سٺو کائڻ، سٺو پيئڻ، سڳنڌيون لائڻ، اوچا
رنگين ڪپڙا ڪرڻ، سندر استري ڀوڳڻ انهن ڳالهين
کي ئي پرم گت ڄاڻن ٿا ۽ لاڀ ڪري سمجهن ٿا ۽
انهن جي ٻڌ تمام ملين ٿي پيئي آهي ۽ انهن جي آتما
ڀرشٽ ٿي بيٺي آهي ۽ مت جا هيڻ آهن ۽ سدائين
اهڙي ڪوشش پيا ڪن جنهنڪري پاڻ بہ دکي ٿي ٻين
کي بہ دک ۾ پيا وجهن. مايا ۾ موهہ رکي ڪوڙيءَ
ناليچ ۾ اسگا پيا آهن ۽ سنسار جي ٻرلئہ ٿائين سدائين

ڪري هن جي مڪتي ٿي آهي. راجا چيو ته هي سوامي!
اڳين جنم ۾ هو ڪير هو؟ ۽ گهوڙي کي جڏهن مون
خريد ڪيو هو تڏهن هن سر هلايو هو. تڏهن ساڌوءَ چيو
ته هي راجا! تون اڳين جنم ۾ راجا هئين ۽ هيءُ گهوڙو
تنهنجو وزير هو ۽ هن توکي راجائيءَ جي لالچ ڪري
ماري پاڻ راجا ٿيو هو. تون ته ساڳيو اچي راجا ٿئين ۽
هي مري ڪري ڌرمراڄ وٽ ويو. ڌرمراڄ چيو ته هي
نمڪ حرام آهي تنهن ڪري هن کي خوب نرڪ ڀوڳايو.
پوءِ ڪيترو ئي وقت نرڪ ڀوڳي وڃي سنگلديپ ۾
گهوڙو ٿيو ۽ اتان اچي تو وٽ وڪاڻو ۽ جڏهن هن سر
هلايو هو تڏهن هن توکان پڇيو ٿي ته ”هي راجا! تون
مونکي سڃاڻين ٿو يا نه پر مان توکي سڃاڻان ٿو.“
ساڌوءَ ايئن چئي ڪٿي ماٺ ڪئي. راجا اچرج ۾ پئجي
ويو. ساڌوءَ کي نمسڪار ڪيو ته اتري ۾ راجا جي سڀا
۾ اچي ويٺي ۽ راجا ٻئي گهوڙي تي سوار ٿي پنهنجي
گهر آيو ۽ پنهنجي پٽ کي راجائي ڏيئي جهنگ ۾ هليو
ويو، وڃي تپسيا ڪرڻ لڳو ۽ گيتا جي پندرهين آڌياءَ
جو پاٺ به ڪرڻ لڳو جنهنڪري راجا به پرم گت کي
لائق ٿيو. شري ناراڻ ٿو چوي ته هي لڇمي! اهو
گيتا جي پندرهين آڌياءَ جي هڪڙي سلوڪ جي ٻن لي
لکيل ڏسڻ جو مهاتم آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي پندرهين آڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

کيترن ڏينهن کانپوءِ راجا انهيءَ گهوڙي تي چڙهي
شڪار ڪرڻ ويو. اتي راجا کي اوچي اُڃ لڳي. جتي
پريان ڏٺائين ته هڪڙي سادوءَ جي ڪٽيا ٺهي پيئي
آهي ۽ هڪڙو باغيچو جو تلاءُ آهي اتي راجا وڃي لٿو.
گهوڙو وڻ سان ٻڌي راجا ڪٽيا ۾ ويو ته سادو پنهنجي
پٽ کي گيتا جو پندرهين اڌياءِ جو پاٺ ويٺو سيکاري
۽ هڪڙي وڻ جي پن تي هڪڙو سلوڪ لکي ڏنو اٿس
۽ جنهن وڻ سان راجا گهوڙو ٻڌو هو تنهن وڻ جي پن
تي به گيتا جو سلوڪ لکيل پيو هو. انهيءَ پن کي سادوءَ
جو ڇوڪرو ڇني ٻئي پن سان گڏ پاٺ ڪرڻ لڳو ته
اچانڪ هن گهوڙي انهيءَ پن کي ڏسي ورتو. ان جي
ديهه ڇٽي ۽ ديوتائن جي ديهه پائي ومان ۾ چڙهي آڪاس
۾ وڃي بيهي رهيو ته ايتري ۾ راجا به ڪٽيا کان ٻاهر
آيو ۽ اچي ڏٺائين ته گهوڙو مئو پيو آهي. راجا کي ڏاڍو
ڏک ٿيو ۽ چوڻ لڳو ته هن کي ڪنهن ماريو ۽ ڇا ٿيس
ته ايتري ۾ ديو ديهيءَ چيس ته هي راجا! تنهنجي
گهوڙي جو چيتن جيءَ آءٌ آهيان ۽ مون ديهه پائي آهي
۽ مان وئڪنٺ ڏي ٿو وڃان. راجا پڇيس ته تو ڪهڙو
پن ڪيو جنهن ڪري توکي اها ديهه ملي. گهوڙي چيس
ته هي راجا! اها ڳالهه سادوءَ کان پڇ. پوءِ راجا انهيءَ
سادوءَ کان پڇيو ته هي سوامي! هيءَ ڳالهه مونکي
ٻڌايو؟ سادوءَ چيو ته راجا! گيتا جو سلوڪ هڪڙي
پن تي لکيل هو تنهنکي تنهنجي گهوڙي ڏٺو، انهيءَ

# * پنڊرهين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! اتر ديس ۾ هڪڙو نرسنگهه نالي راجا هو ۽ سرڀانو نالي انهيءَ منتري (وزير) هو. راجا جو اُن تي ڏاڍو وشواس هو پر وزير جي من ۾ اهو کوٽ ٿيو ته راجا کي ماري مان راجا ٿيان. هڪڙي ڏينهن ڏٺائين ته سڀ سمهيا پيا آهن ۽ راجا به سمهيو پيو آهي. اهو وجهه ڏسي راجا کي ماري وڌائين. پوءِ راجائي ڪرڻ لڳو. ڪيترا ڏينهن راجائي ڪري نيٺ مري ويو. جم گڻ ڌرمراءِ وٽ وٺي ويس. ڌرمراءِ چيو ته هي جم دوتو! هي وڏو پاپي آهي. هن کي وڏي گهور نرڪ ۾ وجهي وجهو! هي لڇمي! انهيءَ ريت اهو پاپي ڪيترائي نرڪ ڀوڳي گهوڙي جي جنم ۾ ويو ۽ هڪڙي گهوڙن جي سوداگر اهو گهوڙو پنهنجي لاءِ خريد ڪيو ۽ هن پيا به ڪيترائي گهوڙا ورتا ۽ پنهنجي ملڪ ۾ آيو. تڏهن انهيءَ جي راجا ٻڌو ته فلاڻو سوداگر سٺا گهوڙا وٺي آيو آهي. پوءِ راجا ماڻهو موڪلي گهرايس ۽ گهڻائي گهوڙا راجا ورتا ۽ اهو گهوڙو به ورتائين. گهوڙي راجا کي ڏسي سر نيرايو. راجا ڏسي چيو ته هي ڪهڙو سبب آهي جو هن گهوڙي سر نيرايو آهي. پوءِ راجا پنڊت کي گهرائي انکان پڇيو ته هي ڇا؟ پنڊت چيو ته هي راجا! توهان کي راجا سمجهي هن گهوڙي سر نوايو آهي. تڏهن راجا چيو ته ائين نه آهي.

وڏي پرتاپ وارو مان آهيان انهيءَ ڪري مون کي پرماتما چوندا آهن ۽ پرشوتم به چوندا آهن. هي ارجن! اهو پرشوتم مان آهيان ۽ جنهن ڀڳت مونکي پرشوتم ڪري ڄاتو آهي تنهن کي ڄاڻو آهي تنهن کي سدائين منهنجو ڀڄن ڪرڻ گهرجي. اها ڳجهي وديا مون توکي ٻڌائي آهي. اها ڳجهي وديا ڄاڻي مدش ٻڌيوان ٿئي ٿو ۽ پنهنجو جيون سڦلو ڪري ٿو.

## تات پرج

جيڪي سدائين ايشور جو ڀڄن ڪن ٿا ۽ جيڪي نرايمان ۽ نرموهه آهن. جن سنگ تياڳيو آهي. جيڪي پرماتما جي سروپ ويچارڻ ۾ لين آهن ۽ ڪامنائون جن جون هڪدم نورت ٿي ويون آهن ۽ جيڪي سک دک جي لوڏن کان لنگهي مٿي ٿيا آهن سي ٿي اوماشي پد کي پائين ٿا.

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن آرجن سنبادي پرشوتم يوگ نالي پندرهون آڌياءِ پورو ٿيو.



لسي، شربت ۽ پاڻي آد جيڪو پيئجي ٿو پيهج آهي.
اهي چئن پرڪارن جا اَن آهن. هي ارجن! سڀني جي
هردن ۾ مان ئي براجمان آهيان. **سڀني جي هردن
۾ ويهي گيان ڏيئي ماڻهن کان چڱا ڪرم
ڪرايان ٿو ۽ مان ئي انهن کي اگيان ڏيئي
پاپ ڪرم ڪرايان ٿو.** ويدن جي ڄاڻڻ وارو به
مان آهيان. ويدن جو انت ڇا آهي پر جيتري ويدن
جي مت آهي سا منهنجي استتي ڪري ٿي. جڏهن
مهما ڪندي ويد جي مت به رهجي وڃي ٿي يعني
ٿڪجي پوي ٿي تڏهن **نيت، نيت، نيت (بي
انت)** پڪاريندي آهي ارٿات چوندي آهي ته
منهنجيءَ مهما ڄاڻڻ لاءِ اسمرٿ آهيان انهيءَ ڪري
ويدن جي انت ڄاڻڻ وارو آءٌ آهيان. هي ارجن! هاڻي
ٻيو ٻڌ. هي جو ديهه ڌارين جو پسارو آهي اهو سارو پسارو
ٻن ڄڻن جو آهي. هڪڙو پرش ناس ٿئي ٿو ۽ ٻيو پرش
ابناسي آهي. هي جو گهٽن لتن جو سربر پرش آهي سو
ناس ٿئي ٿو ۽ ٻيو پرش ابناسي آهي. انهن کان ٽيون
پرش آتم آهي جنهنکي پرماتما چوندا آهن انهيءَ جو
وڏو پرتاپ آهي سو ٻڌ. منهنجيءَ اڪ پتي ڪري برهما
کان وٺي آد ڪيٽيءَ تائين سڀني پرت پراڻين جي پالنا
ليندي آهي ۽ وري جڏهن اک پوٺيان تڏهن هڪ
پلڪ ۾ چوڏهان ئي ڀون پرلئه ٿي ويندا آهن. اهڙي

تا سو اهي گيان جوڻ اکيون کُوليون آهن. هي ارجن!
جڏهن مهنجي گيان يوگ سان ڳنڍجي تو لڏهن سمرن
ڪرڻ ڪري گيان جوڻ اکيون کين ٿيون. انهن گيانين
۾ به ڪو مهنجي سمرن ڪري پورو ٿيو آهي انهيءَ کي
گيان جوڻ اکيون ٿيون آهن سو انهن اکين سان مهنجو
ڪوٺڪ يا کيل ڏسي ٿو. هـــي سورج جو پرهجي
پرڪاش سان ٽهي لوڪن ۾ جو انڌڪار آهي لنهن کي
ڪڍي ٿو ليڻن سورج ۾ وري پرڪاش ايشور جو جاڻ.
انهيءَ ريت چندرما ۾ جو پرڪاش آهي سو به مهنجو
جاڻ ۽ پرٿوي جا سيڌي کي پاڻ تي کڻي بيٺي آهي
سو انهيءَ پرٿويءَ جي هيٺان جيڪو بل آهي سو ايشور
جو آهي ۽ جيترا ڦل ڦول ميوا ۽ اناج گاهه وڻ ٽڻ آهن
انهن سيڌي ۾ چندرما جي ڪرڻن سان جو رس پري
ٿو اهو رس مان آهيان ۽ سيڌي جي هردي ۾ جيوڙا،
اڳني مان آهيان، پراڻ ۽ مان آهيان، انـــدر ۾ جيڪا
اڳني آهي جنهن سان پراڻي چئن پرڪارن جا ڀوڄن ڪن
ٿا انهن ڀوڄن کي مان ٿي پچايان ٿو. هي ارجن! چئن
پرڪارن جا ڀوڄن (ان) هن. ليهيج، پيهج، ڀيکم ۽
يوچيم اهي چئن پرڪارن جا ان آهن. جيڪو
ان ڏاڍ ۾ پچائي کائجي ٿو سو ڀيکم آهـــي ۽ جيڪو
ڪچو ان چانور، چڻا، مڱ، جوئر ۽ موٺ آد کان وٺي
کائجي ٿو سو يوچيم آهي. گدرا، هنداڻا، پادرنگ ۽
پپيا آد جيڪي کائجن ٿا سو ليهيج آهي. کير، ڏڌ،

چندرما جي ۾ شڪتي ناهي اهڙي پڻ ۾ وڃي لو ۽ وري گرڻ ۾ نٿو اچي اهڙو منهنجو ابناسي گهر آهي تنهن ۾ وڃي پراپت ٿئي ٿو. هي ارجن! هاڻي ٻيو پڻ هي جو سيني ۾ جيو پرش آهي سو منهنجو انس آهي جو سناتن ۽ پراڻ آهي. پڻ اند ريون ۽ ڇهون من آهي. ڇهه ني پنهنجي پنهنجي گڻ ڪري هن جيو کي پيا ڇڪين. هاڻي شرير جي ڌارڻ ۽ شرير جو تياڳڻ پڻ. هن ديهه جو سوامي جو جيءُ آهي سو جيءُ جڏهن ديهه کي تياڳي ٿو تڏهن ديهه کي اورانگهي ٿو. جئن هڪڙو ٻير ڪٽي اڳتي رکجي ۽ ٻيو ٻين پير کٽي ان پير جي اڳيان رکجي تهڙيءَ ريت ديهه جو تياڳڻ آهي ۽ اهي ديهه کي وٺڻ معنيٰ هن جيءَ کي اورانگهڻ آهي ۽ جيءُ جڏهن ڪاما سان ديهه کي تياڳي ٿو سا ڪاما پاڻ سان وٺي وڃي ٿو. جيئن هوا ڪنهن شيءِ جي مٿان لنگهي ۽ انهيءَ شيءِ جي بوءِ اهڙي آهي ليئن جڏهن ڪاما ڪري شرير جو تياڳ ٿئي ٿو انهيءَ ڪاما کي وٺي وڃي ٿو. اکيون، ڪن، کل، نڪ ۽ جڀ انهن جو اڌڪاري ڇهون من انهن سان ملي ڪري هي جيءُ وشين کي ڀوڳي ٿو. ڪاڻڻ ٻيهڻ، هلڻ چلڻ، ورهڻ الڻ ۽ ٻيا جي ڪم ڪري ٿو سي سڀ هيءُ من ۽ اندرين سان ملي ڪري ٿو پر جيڪي مورک آهن انهن کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي ۽ جيڪي گياني آهن سي انهيءَ کيل کي ڏسن ٿا سو اهي گياني گيان جي ني اکين سان ڏسن

ڇو ته هي آد پرک! مان تنهنجي شرن آيو آهيان. هي ارجن! آد پرک جو ارت ٻــڌ ۽ مهما ٻڌ. ڪيترا ڪروڙ جوجن وئڪنٺ ڪان مٿي آستان آهي ۽ نه آڌار آسڻ آهي ڪنهن تي ۽ آڌار ڪونهيس اهڙو هن جو استان آهي. انهيءَ آد پرک جي استان تي ڪيٽي ڪروڙ برهمنڊ ڪيٽي ڪروڙ چوراسي لک جوڻيون پڻ پــن رچنائن سان پرپور آهن ۽ سدائين نکرن پيون ۽ وري ٻ پورن جو پورن آهن ۽ سدائين اچل آهن اهڙو آد پرک جو پرتاپ آهي ۽ ساري سنسار ۾ پري پورن آهي ۽ ساري جڳت جو ايشور آهي. اهڙي ايشور جي جيڪو شرن آيو آهي ۽ ٻاڻ کي جنهن نرماڻ ڪيو آهي ۽ ڪپٽ نه رکي ۽ ايڪانت ۾ رهي ۽ پنڌ ن ڪان پري رهي ۽ ايشور جو ڀڄن ڪري ۽ جيڪو دم ڪٽي تنهنسان اُن جو نالو جپي، آد پرک، الکه پرک، دويه پرک پرماتما، نارائڻ، هري اوم، ڪرشن گوبند، پرميشور، ڀڳت وڇل، آد نالن جو جاپ ڪري. منهنجي چرنن جي شيوا ڪري، منهنجي ڀڄن کانسواءِ ٻئي ڪنهن جو ٻ سمرڻ نـــه ڪري. اهڙيءَ ريت جيڪو منهنجي شرن اچي تو انهيءَ کي مان جا لو ڪريان؟ هي سنسار جو سک دک هرک شوڪ سان پرال آهي تنهنکان مان انکي مڪت تو ڪريان ۽ انکي ابناسي پد ۾ لئه تو ڪريان. اهو ڪهڙو پد آهي! جتي سورج،

سرِ ٻڌ. هي ارجن! مان ۽ منهنجي اڇا هن وڻ جي
ٻوٽي يا ٻرتوي آهي جنهن لاءِ هي وڻ بيٺل آهي ۽
بيو نہ مان آهيان هي منهجو نالو آهي، هيءَ منهنجي
ذات آهي، هي منهجو نالو آهي، انهيءَ ٻرتويءَ ۾ اي
هي وڻ جميل آهي جنهنجي کيرانڻ جي ٽوڙي کهڙي
آهي؟ اها ٽوڙي ڪتب جا پاٽي آهن جي هن وڻ
سان ٻڌا پيا آهن ۽ هن وڻ کي ڪو سمجهي نٿو. ڇو نہ
هنجي آد ۽ انت ڪٿهن ڪونہ پاتي آهي، مان ۽ منهنجي
انهيءَ ڇتون ۾ لڳو پيو آهي. هي ارجن! هن مايا روپي
وڻ لي هيءَ جيو ڦاٿو پيو آهي. هن وڻ جي ڪپڻ جو
اپاءُ هي آهي نہ اول ڪتب جي ماٿهن جو سنگ تياڳ
ڪر. اهو اسنگ (وٻراڳ) هڪڙو شستر آهي. (جيسين
منش وشين سان آسهڪار نٿو ڪري تيسين هو
منجهن غلطان رهندو. وشين سان رلي ملي
هلي ڦو پوءِ ڪالڻ آجو ٿيڻ ناممڪن آهي.)
انهيءَ شستر کي ڪهڙن هٿن سان وٺجي؟ پرم ٻرشارٿ
ڪري ٻڪو نشچو رکڻ اهي هٿ آهن. اسڪتا روپي
تلوار ٻرشارٿ روپي هٿن ۾ ڪٺي جڏهن اسنگ ٿيو
تڏهن ايشور جو رستو وٺي ۽ ان جي مهما ڳائي جنهن
ڪري وري سنسار ۾ جمڻ مرڻ کان ڇٽي پوي تہ اهو
ڪهڙيءَ رات؟ ٻئي هٿ ٻڌي سيس نمائي
پرميشور کي نمسڪار ڪري ۽ زبان سان

# اڌياءُ پندرهون

## ( پرشوتم يوگ )

شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته هي ارجن! هي



سنسار برج آهي جنهن ور جي مثل آهي سو هن ور جو حال ڪهڙو آهي؟ هنجي پاڙ متي ۽ ٽاريون هيٺ آهن. هي اونڌو وڻ آهي جيئن پار ماڻ جي پيٽ ۾ هوندو آهي، انهيءَ سر هيٺ هوندو آهي. هي ارجن! هن جو مٿهن ٿڙ آهي ۽ هيٺ پير انجون ٽاريون آهن. جڏهن پيٽ کان ٻاهر نڪرندو آهي تڏهن اُبتو هوندو آهي انهيءَ ڪري اُبتو وڻ آهي. هي ارجن! هنکي ابناس ٻه چوندا آهن جڏهن جو ارت پڌ آنا ابناسي آهي ۽ ديهه ابناسي آهي ۽ ويد هن جي وڻ جا پن آهن. هن وڻ کي جيڪو سڃاڻي سو پورن ويد جو پنڊت آهي. هي وڻ مٿي برهما جي لوڪ ۽ هيٺ شيش ناگ جي لوڪ تائين آهي. ستو، رجو ۽ تمو ٽيئي گڻ هن وڻ جا ڏار آهن. سنگهڻ، ڏسڻ، ٻڌڻ، ڪائڻ، پيئڻ ۽ ٻورڻ هن وڻ جا ڇڳا آهن ۽ هن وڻ جي پوري ڪهڙي آهي جنهن لي هي وڻ لڳل آهي

ٿيو. ساڌوءَ چيو ته هي راجا! هي جو ٻلاءُ جو ٻاڙي آهي
اُن ۾ منهنجو گرو سنان ڪري گيتا جي چوڏهين اڌياءُ
جو پاٺ ڪندو هو ۽ مان به سنان ڪري گيتا جو پاٺ
ڪندو آهيان، انهيءَ ڪري هن ٻلاءُ جي ٻاڙيءَ کي
ور مليل آهي. پوءِ راجا چوڻ لڳو ته سڀ ڏنيو آهن جن
جي پرتاپ ڪري اهڙن جوڙين جو اُڌار ٿيو آهي. هي
مهاراج! مونکي هنن جي اڳين جنم جي ڪٿا ٻڌايو ته
هي ڪير هئا. ساڌوءَ چيو ته سهو ڪتو ٻئي اڳين جنم
۾ برهمڻ هئا. سهو پنهنجي ڌرم کان ڀرشٽ ٿي پيو ۽
ڪتي پنهنجي استريءَ کي ڏاڍو هلاڪ ڪيو جنهنڪري
استريءَ زهر ڏئي ماري ڇڏيس. هي راجا! ٻئي مري
ڌرمراء وٽ ويا. ڌرمراء حڪم ڏنو ته هڪڙي کي
سهي جو جنم ڏيو ۽ ٻئي کي ڪتي جو. اهڙيءَ راجا
نمسڪار ڪري پنهنجي گهر آيو ۽ پنهنجي پٽ کي
ڏهاڙي گيتا جي چوڏهين اڌياءُ جو پاٺ ٻڌڻ لڳو. راجا
جو به ٻڌندي ٻڌندي اُڌار ٿيو ۽ ديو ليائي وڪنٺ
ڏي روانو ٿيو. شري نارائڻ چيو ته هي لڇمي! اهو
چوڏهين اڌياءُ جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي چوڏهين آڌياءُ جو مهاتم پورو ٿيو.

ڪري موڪليا. تنڌهن راجا ان جي اندلي ۾ سون جي
زنجيرن سان شڪاري ڪتا ٻڌي سنگلديپ جي راجا
ڏي موڪليا. راجا ڪتا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ هڪ
ڏهاڙي ٻئي راجا سان شڪار ڪرڻ لاءِ ويو ۽ ٻاٽ ۾
ٺهراءِ ڪيائون ته جنهن جو ڪتو شڪار ڪري سو اهو
شڪار کڻي. ٻنهي پنهنجا ڪتا ڇڏيا. اوچتو جهنگ مان
هڪڙو سهو نڪتو. ڪتا اُن جي پٺيان پيا. جڏهن سهو
ٻري نڪري ويو تڏهن سنگلديپ جي راجا جو ڪتو
سهي کي پڪڙڻ لاءِ ڊوڙيو. ڪتي جو چڪ سهي کي
لڳو ۽ سهو دانهون ڪندو اُٿي پيو. پڇندي پڇندي
جهنگ ۾ هڪڙو ٻاٽيءَ جو تلاءُ پيرال هو ۽ اُن جي پرسان
هڪڙي ساڌوءَ جي ڪنيا هئي انهيءَ تلاءُ ۾ سهو وڃي
ڪريو، ڪتو به اُنجي مٿان وڃي ڪريو. انتري ۾ راجا
به گهوڙو ڀڄائي اُتي اچي پهتو، ڏسي ته ٻئي مٿا پيا
آهن ۽ ديوتائن جي ديهه پائي ونڪنٺ ڏي ٿا وڃن.
اهي راجا کي چوڻ لڳا ته راجا! تون ڌنيه آهين، تنهنجي
ئي پرتاپ ڪري اسان ديو ديهه کي پاتو آهي. راجا پڇڻ
لڳو ته اهو ڪيئن؟ انهن ٻنهي چيو ته اسانکي اها خبر
نٿي پوي ته هن ٻاٽيءَ سان ڇهڻ ڪري اسان ڪيئن
هيءَ ديهه پاتي آهي. پوءِ راجا چيو ته منهنجا ڀاڳ آهن
جو توهان جو اُڌار ٿيو. پوءِ هو ٻئي ونڪنٺ روانا ٿي
ويا. پوءِ راجا ڪنيا ۾ ان ساڌوءَ وٽ ويو ۽ پرنام ڪري
پڇڻ لڳو ته هي مهاراج! سهي ۽ ڪتي جو ڪيئن اُڌار

ٻيو ڪو ايشور ڪرائي ۽ مان هن ڪرمن ۾ قائم ٻيو
آهيان ۽ تون هن جي ناس ڪرڻ وارو آهين ۽ مان
تنهنجي شرڻ ۾ آيو آهيان. شرن پئي جي لڄا رک ۽
تون سڀ جو آسرو آهين. هي ارجن! جيڪو اهڙيءَ
ريت منهنجو داس ٿي منهنجي ئي شرڻ ۾ اچي ٿو سو ٿي
انهن ٽنهي گڻن کان لنگهي پار ٿئي ٿو ۽ برهم روپ
ٿيڻ جي يوڳيه ٿئي ٿو. برهم جي استثي سان آءٌ آهيان،
اَکت اَمرت جي استثي سا آءٌ آهيان. سنالن ڌرم جي
اَلم سک جي استثي (آسرو) پڻ آءٌ ئي آهيان.

## تات پرج

اسان کي ستو گڻ وڌائڻ کپي باقي رجي گڻ ۽ تمي
گڻ کي ڌ ٻائڻ گهرجي. رجو گڻ موه جو جار آهي ۽
تمو گڻ اگيان جو ڄار آهي انهن ٻنهي کان بچاءُ ڪرڻ
لاءِ ستو گڻ ڌارڻ کپي ۽ اُن ۾ ئي شانتي ملي ٿي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن آرجن**
**سنبادي ترگڻ ويڀاڳ يوگ نالي چوڏهون**
**آڌياءِ پورو ٿيو.**

## * چوڏهين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! اُتر ديس ۾
ڪشمير جي راجا جو نالو سورج ورما هو. انهيءَ جي
سنگلديپ جي راجا سان پريت هئي. هڪڙي ڏينهن
سنگلديپ جي راجا قيمتي گهوڙا هن راجا ڏي سوکڙي

ڪري پوڄن ڪن ٿا. ھاڻي پوڄن ٻڌ. منھنجي جيڪا
مھما آھي انھيءَ کي ڄاڻين ٿا ۽ پڙھن ٿا ۽ ڪٿا ڪيرتن
ڪن ٿا ۽ پورن وشواس سان منھنجي پوڄا ڪن ٿا ۽
ھر ھر مون کي ھٿ ٻڌي نمسڪار ڪن ٿا. اھڙيءَ
ريت منھنجو پوڄن ڪن ٿا. ٻيا جيڪي گياني ڀڳت
منھنجا آھن سي ڪھڙيءَ ريت ٿا ياد ڪن؟ انھن جو
پوڄن ٻڌ. مون کي گياني سڃاڻن ٿا ته ھڪڙو ئي
پرميشور پار برھم آھي جو گھڻا روپ ڪري پترو آھي
۽ اھي ائين منھنجو پوڄن ڪن ٿا ٻيو ڪو ڀيد نٿا ڄاڻن
ھڪڙو ئي ڄاڻن ٿا. ھي ارجن! ڪرم به مان آھيان ۽
يوڳ به مان آھيان، پرڪرتي بہ مان آھيان. پرڪرتي
يگيه جو نالو آھي پر ان ۾ ڪوئي ڀيد ڪونھي فقط ٿورو
ڪجي ٿو سو اھي وچن به مان آھيان. جيڪي پاھه ۾ ھوم
آھن اھي به مان آھيان ۽ يگيه ۾ جيڪي منتر پڙھجن ٿا
سي به مان آھيان، ورڌانا به مان آھيان ۽ ويدن ۾ جو
اونڪار آھي سو به مان آھيان. رگويد، يجرويد، سامويد
۽ اٿرويد، اھي چار ويد به مان آھيان ۽ سڀ جي مڪتي
ڏيڻ وارو به مان آھيان، سمھڻ جي جاءِ به مان آھيان ۽
سڀني کي ناس به مان ٿو ڪريان ۽ سڀ کي اپت بہ
مان ٿو ڪريان ۽ ھيءَ سڀ لئه به مون ۾ ٿين ٿا، سڀني
پالھين ڪري مان پورن آھيان. انھيءَ ڪري منھنجو نالو
... ڏنان آھي. سڀني جو ابناسي ٻج مان آھيان. سورج

ارجن! منهنجو جو اَوگت سروپ آهي انهيءَ مان سارو سنسار اُتپت ٿيو آهي ۽ ٻيو جو وڪرات سروپ آهي انهيءَ ۾ برهما آد ڪانوڻي ڪٿليءَ تائين سڀ وينا آهن. ڪهڙي ريت وينا آهن؟ جيئن وڏي وڻ ۾ هزارين پکي ويهندا آهن تيئن وڏي وڪرات ۾ سڀ لوڪ وينا آهن ۽ سڀني جي آتمائن ۾ رام مان آهيان ۽ هڪڙي انگ ۾ تنهنجي رٿ تي تو سان ٻه سڀ کيل ڪريان ٿو. ڏس هي ارجن! مان لوڪي پنهنجي مهما ۽ پرتاپ ڏيکاريو آهي ۽ سيڏي جي اُتپت ۽ ناس ڪرڻ وارو مان آهيان ۽ سڀ کان نيارو ٻه مان آهيان ۽ سيڏي پوت پراڻين جو آتما رام ٻه مان آهيان. هي ارجن! سڀ ڳالهه مون توکي ڏيکاري آهي ۽ نيارو ڪيئن آهيان سو ٻڌ. جيئن هوا سدائين آڪاش ۾ رهي ٿي پر هوا آڪاش سان لڳي نٿي تيئن سڀ پوت پراڻي مون مان اُتپت ٿيا آهن ۽ مون مڃ ۾ تي رهن ٿا، سيڻي ۾ مان آهيان پر سيڏي کان نيارو ٻه آهيان. هي ارجن! جڏهن هي سنسار پورو ٿئي ٿو تڏهن منهنجي جيڪا مايا آهي تڏهن ۾ وڃي لڪ ٿئي ٿو. هي ارجن! مايا ۽ سنسار جي آد مان آهيان ۽ وري ٻه سنسار کي مان بڻايان ٿو ۽ منهنجي جا مايا آهي انهيءَ ۾ هر هر سنسار کي اُتپت ڪريان ٿو ۽ پالنا ٻه ڪريان ٿو ۽ پرلئه ٻه ڪريان ٿو هيءَ جا چوراسي لک جوڻ آهي سا پنهنجي وس نہ آهي اها مايا جي وس آهي. هي ارجن! ٻيو ٻڌ مان سنسار کي اُتپت ڪريان

ڪارو ٻڪرو وري ڪلڻ لڳو ۽ برهمڻ کي ڏسي چوڻ لڳو
تہ هي برهمڻ! تون مونکي وڻندين؟ برهمڻ چيو تہ تو
جهڙا مون گهڻيئي دان ورتا آهن ۽ پڻ چوڻ لڳو تہ جيڪو
گڻ مون مدجهہ آهي سو مان ئي ڄاڻان ٿو. تڏهن وري
بہ ڪارو ٻڪرو ٺهہ ٺهہ ڪري کليو. انهيءَ مهل ٻـي بہ
هڪڙي ڪاري مورتي نڪتي. تڏهن برهمڻ گيتا جي
اُٺين آڏياءَ جو پاٺ ڪيو ۽ اهو پاٺ انهيءَ مورتيءَ ٻڌو
۽ ان جي ديهہ پلٽڻ لڳي. برهمڻ پاڻيءَ جي اُنجلي ان
جي مٿان وڌي. جل جي ٻوڙ سان ان جي ديهہ ڇٽي
۽ ديوتائن جي ديهہ پائي ووان ۾ چڙهي ويڪنٺ ڏي
ويو تڏهن راجا چيو تہ هيڪان مٿي ٻيو اهڙو ڪو آهي
جو مون کي بہ هن ديهہ کان ڇڏائي. تڏهن اُنهيءَ برهمڻ
چيو تہ مان ويد پاڻي آهيان ۽ هن شهر ۾ هڪڙو ساڌو
گيتا پاٺي آهي انهيءَ ساڌوءَ کان تون گيتا جـو اُٺون
آڏياءُ ٻڌي مڪتيءَ کي پراپت ٿيندين. نيٺ ان جڏهن
گيتا جو اُٺون آڏياءُ ٻڌو تڏهن مڪتيءَ کي پراپت ٿيو
۽ برهمڻ کي چيائين تہ تون بہ گيتا جـي اُٺين اڌياءَ جو
پاٺ ڪر تہ تنهنجو بہ اُڌار ٿيندو. پوءِ اهو برهمڻ گيتا
جي اُٺين اڌياءَ جو پاٺ ڪرڻ لڳو ۽ ان جو بہ اُڌار ٿيو.
شري نارائڻ ٿو چوي تہ هي لڇمي! اهو گيتا جي اٺين
اڌياءَ جو مهاتم آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي اُٺين آڏياءَ جو**
**مهاتم پورو ٿيو.**

# * اٺين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! دکن ديس ۾
نربدا نديءَ جي ڪناري تي هڪڙو نگر آهي اُتي
سسرمان نالي هڪ برهمڻ رهندو هو. انهيءَ وٽ گهڻو
پدارٿ هو ۽ سنتن جي شيوا ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن
هڪڙي سنت کان پڇيائين ته مونکي سنتان ڪونه ٿو ٿئي.
توهان ڪرپا ڪري ڪو اپاءُ ڏسيو. سنت چيس ته تون
اَشوميڌ يگيه ڪر ۽ ديويءَ تي ٻل چاڙهه ته ديوي توکي
پٽ ڏيندي. تڏهن انهيءَ برهمڻ يگيه ڪرڻ لاءِ هڪڙو
ٻڪر ورتو جڏهن يگيه لاءِ اُن کي ڪهڻ لڳو تڏهن اهو
ٻڪر کلڻ لڳو. برهمڻ پڇيو ته اَڙي ٻڪر! تو کليو ڇو؟
ٻڪر ورندي ڏني ته مونکي ٻه اڳين جنم ۾ سنتان
ڪانه هئي ۽ هڪڙي برهمڻ مونکي به اَشوميڌ يگيه
ڪرڻ لاءِ چيو هو. مان ڇيلو ٻڪريءَ سوڌو ورتم ۽
ڇيلي کي ٽنگن تان هٿائي يگيه ڪرڻ لڳس. تڏهن ٻڪريءَ
چيو ته هي برهمڻ! تون وڏو پاپي آهين. **اهو ڪڏهن
ڪنهن ٻڌو آهي جو پرائي پٽ کي ماري
ڪنهن پاڻ پٽ ورتو هجي.** تون ٻهنجيءَ سنتان
لاءِ منهنجي سنتان کي مارين ٿو. ۾ مون اهو ڇيلو نيت
هوم ڪري ڇڏيو ۽ ٻڪريءَ مونکي سراپ ڏنو ته تنهنجو
گلو ٻه اهڙيءَ ريت ڪٽبو. انترو ڇئي ٻڪري ڦٽڪي
مري وئي. پوءِ ڪيترا ڏينهن گذريا ته منهنجو ٻه مرڻ

ڀانيس ٿا. اهي ٻئي ٻرڪين جا رستا آهن. هڪڙي جو
نالو سهانئي رات ۽ ٻئي جو نالو اونداهي رات آهي.
هڪڙي پاسي وڃي وري موٽي نٿو ۽ ٻئي پاسي وڃي
وري موٽي اچي ٿو. هي ارجن! اهي ٻئي رستا يوڳين
جا جن ٻڌا ۽ سمجهيا آهن اهي موهه ۾ ڪي ڀرانت نه
ٿيندا. انهيءَ ڪري هي ارجن! تون سڀ ڪنهن مهل
مون سان مليو رهه. هن آڌياءُ کي جيڪو پڙهندو يا
ٻڌندو انهيءَ کي جنهن ويدن پڙهڻ جو ۽ سڀني يڳين
جو ۽ سڀني تپسيا ڪرڻ جو تيرٿن ۽ دان ڪرڻ جو
جيڪو ڦل آهي سو ملي ٿو ۽ جيڪو پوري نشچي سان
هن اڌياءَ جو ڀاس ڪندو انهيءَ کي لڳاتار وڏو
ڦل ملندو.

## ڦاٽ پرچ

ديهه ڇڏڻ وقت جو ڀڳوان جو سمرڻ ڪري ٿو سو
تنهن کي وڃي پرابت ٿئي ٿو. تنهن ڪري هر وقت
ڀڳوان جي سمرڻ ڪر. جو له هيءَ ديهه ني ٿتا آهي.
ان ڪري اٿندي ويهندي، جاڳندي سمهندي ڀڳوان
جي جاپ ڪر.

اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن
سنبادي اکشر برهم يوگ نالي آٺون
آڌياءُ پورو ٿيو.

سواءِ ڪنهن ٻئي ديوتا کي نٿا مڃين ۽ منهنجي پوڄا ڪان
سواءِ هڪ پل به واندو نٿا گذارين انهن جو نالو آنيه ۽
اکنڊ پڳت آهي. اهو ڪهڙو پرڪ آهي جنهن مان
سرشٽي پيدا ٿي ٿئي ۽ وري انهيءَ ۾ ٿي لئه ٿئي ٿي.
هي ارجن! انهن اِچا چارين يوگين جو ورتانت ٻڌ.
هڪ ڏ ديهه لياڳي مرن ۾ اچي ملن ٿا ۽ ٻيو ديهه لياڳي
چندرما جي لوڪ ۾ وڃن تا اهو پهرئين قسم جو يوگي
ڪڏهن تو ديهه تياڳي؟ جڏهن ماڻهن جي پترن ۽ ديوتائن
جو ڏينهن تو ٿئي. سهايون راليون پترن جو ڏينهن آهي
۽ اونداهيون راليون پترن جي رات آهي. ديوتائن جو
ڏينهن ڪهڙو آهي؟ جڏهن ڇهه مهنا سورج جو رٿ
اتر پاسي هلندو آهي، تڏهن ديوتائن جو ڏينهن ٿيندو
آهي ۽ جڏهن ڇهه مهنا سورج جو رٿ ڏکڻ پاسي هلندو
آهي تڏهن ديوتائن جي رات ٿيندي آهي ۽ هي اِچا
چاري يوگي جڏهن ماڻهن جا پتر ۽ ديوتا جاڳندا آهن
تڏهن ديهه لياڳيندا آهن. انهن لوڪن کان اڳي اَگني
جوت نالي هڪڙو نگر انهيءَ کي ڏسندي منهنجي
اَبناسي پد ۾ اچي پراپت ٿين ٿا جتي وري جنم مرڻ
کان ڇٽي وڃن تا ۽ ٻئي قسم جا يوگي جڏهن ماڻهن
پترن ۽ ديوتائن جي رات ٿئي ٿي تڏهن ديهه لياڳيندا
آهن ۽ سڌ لوڪن مان ٿي ڪري دونهي جي نگر جي
وچ ۾ ٿي چندرما جي جوت ۾ وڃي پراپت ٿيندا آهن
پوءِ ڪيترا ڏينهن اُتي رهي وري اچي ملڪ لوڪ ۾ جن...

ٿا. هي جيڪي ديهه ۾ نؤ دروازا آهن اُنهن کي بند ڪري ۽ من کي هردي ۾ نسچل ڪن ٿا ۽ پراڻن کي روڪي مٿي آڻين ٿا ۽ منهنجي نالي جو جاپ ڪن ٿا ”اوم“ انهيءَ نالي جو جاپ ڪن ٿا ۽ ديهه تياڳ ڪن ٿا، اهي منهنجي اَڀياسي پد ۾ وڃي پراپت ٿين ٿا. هاڻي منهنجن ڀڳتن جا وستار ٻڌ. منهنجا پرامي ڀڳت من جو نسچل چيتو مون ۾ رکي سمهندي، جاڳندي، اٿندي، وهندي، من سان هري ڪرشن هري رام انهن نالن جو جاپ ڪن ٿا. اهڙا جيڪي ڀوڳي آهن سي مونسان ملپا پيا آهن. اهي مونکي پائيندا، ڇا پائيندا؟ ديهه کي تياڳي منهنجي پرم ڌام کي وڃي پراپت ٿيندا ۽ مونکي پائيندا. هي سنسار دکن جو گهر آهي ۽ انهيءَ ۾ مها موڪ جي ٻرسد آهن سي مڻش جنم کي نه پائيندا. هي ارجن! هي جيو برهم لوڪ تائين وڃي وري موٽي اچي ٿو. هي ارجن! جن پرشن مونکي پاتو آهي اُهي وري جنم مرڻ ۾ نٿا اچن. هي ارجن! جن منهنجو مهاتم ٻڌو آهي انهنجي نگاهه ڪهڙي آهي؟ چار جڳ ستجڳ، ترتيا، دواپر ۽ ڪلجڳ اهي جڏهن هزار ڀيرا ٿي گذرن تڏهن برهم ڏينهن پورو ٿو ٿئي. وري اهڙا ئي ڀيرا اهي چار جڳ گذرن تڏهن برهم رات پوري ٿئي ٿي. جڳن جو ليکو ٻڌ. سترهان لک اٺاويهه هزار سالن جو ستجڳ آهي، ٻارنهن لک ڇهانوي هزار سالن جو ترتيا جڳ آهي. اٺ لک چوهٺ هزار سالن جو دواپر جڳ آهي ۽ چار لک ٻٽيهه هزار سالن جو ڪلجڳ

# اڌياءِ اٺون

## (گيان وگيان يوڳ)

ارجن شري ڪرشن ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي چوڻ لڳو تہ هي پرشوتم! توهان کي جو توهانجا ڀڳت ارهم ڪري ٿا جاڻن سو برهم ڇا آهي؟ اَڌياتم ڇــا آهي؟ ڪرم ڇا آهي؟ ۽ اَڌ ڀوت ڇا آهي؟ آد ديو ڇا آهي؟ هي مڌسوڌن! آد يگيہ ڇا آهي ۽ جيڪو توکي اَنت



ڪال مهل اهڙو سمجهي ٿو انهيءَ جي گت ڪهڙي ٿئي ٿي؟ انهن سڀني جو اُر ڪربا ڪري ٻڌايو؟ شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تـہ هي اَرجن! مان سڀ کان ٻري ۽ ابناسي آهيان. انهيءَ ڪري مونکي ارهم چون ٿا. مونکي پنهنجي پرتاپ ڪري ٿي پرتاپ آهي ۽ پنهنجي گيان ڪري ٿي گيان آهي ۽ سيڪي جو مان ايشور آهيان. انهيءَ ڪــري منهنجو نالو اَڌياتم آهي ۽ سيڪي ڀوت پراڻين کــي مان پئدا ڪريان ٿو ۽ جنهن جي مستڪ ۾ جيئڻ لکان ٿــو ليئڻ ٿئي ٿو ان کي ڪرم ڪري چــون ٿا ۽ پنج ڀوت جي آڪاش، وايو، اَگني، جـل ۽ پرٿوي آهن ٿن جو ڪرتا

ديوتائن کي ئي پائين ٿا پر مونجا ڀڳت مونکي پراپت
ڪن ٿا.

# اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن آرجن سنبادي گيان وگيان يوگ نالي ستون آڌياءِ پورو ٿيو.

## ✻ ستين اڌياءَ جو مهاتم ✻

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! گيتا جي ستين
آڌياءِ جو مهاتم ٻڌ. هڪ پٽل نالي نگر آهي انهي
ستڪو ڪرڻ نالي ماڻهو رهندو هو. هڪڙي ڏينهن
واپارين سان گڏجي واپار ڪرڻ لاءِ ويو. رستي ۾ شنڪو
ڪرڻ کي نانگ ڏنگيو ۽ مري ويو. سندس سنگتي ان
جو ڪريا ڪرم ڪري اڳتي روانا ٿيا. جڏهن موٽي
پنهنجي گهر آيا تڏهن شنڪرڪرڻ جي پٽ پڇين ته
منهنجو پتا ڪٿي آهي؟ انهن واپارين چيس ته رستي
۾ پڙهي، کي نانگ ڏنگيو سو مري ويو ۽ پنهنجي پيءُ جو
هي سامان وٺ ۽ ان جي گتيءَ واسطي چپانوڻس ته هو
آوگتيو ٿي مٺو آهي. هڪڙي ڏينهن خيال ڪيائين ته
جنهن نانگ منهنجي پتا کي ماريو آهي ان ڪسي مان
ماريندس پوءِ وڃي واپارين کان پڇا ڪيائين ۽ چيائين
ته اهو هنڌ هلي مونکي ڏيکاريو. پوءِ واپارين وٺي وڃي
اها جاءِ ڏيکاريس. ان جاءِ کي ڪوڏر سان کوٽڻ لڳو.
ان مان وڏو نانگ نڪتو ۽ چيائين ته تون منهنجو گهر

انهيءَ کي منهنجي جاڻڻ جو گيان ٿيو آهي. ڪهڙو گيان؟
سو ٻڌ. انهن کي سڀ ۾ ايشور ئي نظر اچيٿو. جيڪي
مونکي ڇڏي ديوتائن ۽ منشن کي پوڄين ٿا اهي جنهن
جنهن ديوتا کي پوڄين ٿا ته مان انهن جي هردي ۾
ويهي انهيءَ ديوتا لاءِ پڪو وشواس ڪرايان ٿو. پوءِ اهي
ماڻهو پريت ۽ شرڌا سان ديوتا جي پوڄا ڪن ٿا ۽ مان
ئي انهيءَ ديوتا ۾ ويهي ماڻهن کي وردان ڏياريان ٿو.
هي ارجن! ديوتائن جو ڏنل ور ابناسي نه آهي ۽ جن
جي اصل ٿوري ٻڌ آهي اُهي ديوتا جي پوڄا
ڪن ٿا. هاڻي ارجن! ٻيو ٻڌ. ديوتا جي پوڄا وارا
ديوتا جي لوڪ ۾ وڃن ٿا. منهنجا ڀڳت پرمانند
اَبناسي پد کي پراپت ڪن ٿا. ٻيو ٻڌ. مان
ابناسي آهيان ڪنهن مونکي ڏٺو ڪرنهي ۽ ڪنهن جاڻو
ٻـ ڪرنهي. منهنجيءَ ڪلا ڪري مان پورڻ آهيان ۽
جيڪي ٻڌ جا هيڻا آهن هي مونکي ڪنهن ۾ ۽ پرڪٽ
ٿيا جاڻن. اهي منهنجي پرم پرتاب کي نٿا سمجهن ته
مان ڪهڙو آهيان؟ هي ارجن! ماڻهو ويچارا ڇا ڪن؟
انهن جو گيان منهنجيءَ مايا ڍڪي ڇڏيو آهي.
اُها مايا انهن جو گيان پرگهٽ ڪرڻ نٿي ڏئي.
هي ارجن! هڪڙو منهنجو نالو ويدن ۾ چيتن پرش آهي
منهنجو اُرٿ ٻڌ. برهما آد ڪان وٺي ڪيٽيءَ تائين سڀ
پرش پراڻي ٿيا آهن، جيڪي هاڻي ٿيا آهن يا اَڳي

ترڻ جو ڪو اُپاءُ ڪونهي.

مها مورک ۽ پاپي جيڪي آهن ۽ منهنجيءَ شرڻ ۾
نٿا اچن ۽ مايا ۾ ڀليا پيا آهن. هي ارجن! مايا انهن جو
گيان ڀلائي ڇڏيو آهي ۽ اهي سدائين هيءَ هيءَ پيا ڪن.
**هي ارجن! چئن پرڪارن جا ڀڳت آتما آهن جي
منهنجو سمرڻ ڪن ٿا. هڪڙا جگياسو گيان
پائڻ لاءِ ۽ ٻيا ڪامنائن لاءِ ته اسان کي ڌن
پٽ ملي اُهيءَ لاءِ مونکي ياد ڪن ٿا. ٽيان
روڳ مٽائڻ لاءِ ۽ چوٿان گياني ڀڳت ڪن ٿا
انهن سڀني ۾ گياني اُتم آهن ۽ سريشٽ آهن
ست سروپ سوامي آبناسي سدائين سکن
جي ڏيڻ وارو ۽ دکن کي ناس ڪرڻ وارو
ٻيو آهي.** اهڙو جي ڀڳت ڪن ٿا ۽ منهنجي چرنن ۾
ڌيان رکن ٿا اهي گياني اُتم آهن ۽ گيانيءَ کي پيارو
مان آهيان. هي ارجن! هي استرين جي منهنجو سمرڻ
ڪن ٿيون انهن کي به تون برو نه سمجهه اهي به تمام
ڀڳت آتما آهن جو ايشور جو ڀڳت ڪن ٿيون پر گياني
منهنجي آتما آهن. انهن گيانين منهنجي ئي چرنن جو
آسرو ورتو آهي انهن مونکي سڀني کان اُتم ناڪر ڪري
مڃيو آهي. هي ارجن! جنهن گهڻن جنمن کان وٺي
منهنجو ڀڳت ڪيو آهي تنهن جي بُڌ نرمل آهي ۽

آهي. مَن، ٻڌي، اَهنڪار هي سڀ اُت آهن. اها سڀ مهنجي مايا آهي. هي ارجن! ناشون انهيءَ ۾ جيو ٻت آهي. سارو جڳت سنسار اُنهن مان ئي ٺهيو آهي. چوراسي لک جوُڻيون به اُنهن مان ئي ٺهيون آهن. هاڻي ٻيو ٻڌ مان ڪهڙو آهيان؟ ساري سنسار ۽ سنسار جي رچڻ واري جا مهنجي مايا آهي تن سڀني جي اُتپت ڪرتا آهيان، پالن ڪرتا به مان آهيان ۽ پرلئه ڪرتا به مان آهيان. سڀ ڪان پري ۽ نيارو به آهيان. هي ارجن! مونکان پري ڪجهه به نه آهي. سڀ پرت پراڻي مون مان اُتپت ٿيا آهن جئن ڌاڳي ۾ مڻيا پوتا آهن. هي ارجن! ائين نه سمجهه ته مان واشدي ۽ ديوڪيءَ جي گهر ۾ ڄائو آهيان. اهڙيءَ ريت جيڪي ڏسجي يا ٻڌجي ٿو سو ڄاڻ ته سڀ برهم آهي. هي ڪونتيا! پاڻيءَ ۾ رس آءٌ آهيان، سورج ۽ چنڊ جو تيج آءٌ آهيان، آڪاش ۾ شبد ۽ مڙسن ۾ مڙسي آءٌ آهيان، پرٿويءَ جي سڳنڌ آءٌ آهيان، اگنيءَ ۾ تيج آءٌ آهيان، پراڻين جي جوت آءٌ آهيان، تپسين جي تپسيا آءٌ آهيان. هي پارٿ! سڀني جيون جو سنتان ٻج مونکي ڄاڻ، ٻڌوانن جي ٻڌي آءٌ آهيان، تيجسويءَ جو تيج آءٌ آهيان. هي مهنجي رستي کان هٽائڻ وارو جو ڪام آهي سو به مان آهيان. هي جيڪي ٽي ڳڻ آهن ستو، رجو ۽ تمو انهن کان مان نيارو آهيان. ترڳڻي مايا مون ۾ ٿئي ويائي انهيءَ ڪان اهو ٻچندو جيڪو مهنجيءَ شرڻ ۾ ايندو ٻيو مون وٽ

# اُڏڀاءُ ستون

## (گيان وگيان يوگ)



شري ڪرشن ڀڳوان چيو ته هي ارجن! منهنجي آسري تي ٿي يوگ ڌار، هي ارجن! منهنجي يوگ ڪري جن ڪي گيان ٿيو آهي اهو گيان مان توکي هدايان تو جنهن گيان جي ڄاڻڻ ڪري باقي ڪجهه به نه بچيو آهي.

مطلب ته ٻيو ڪجهه توکي ڄاڻڻو نه آهي سو ورلي پرش سنسار کان ورڪت يا نيارو ٿئي ٿو. جيترا به نيارا ٿين ٿا تن ورڪتن مان ڪي به ٿورا مڪتي پد کي پراپت ٿين ٿا ۽ جيترا مڪت ٿين ٿا تن مان ڀي ڪو ورلو منهنجيءَ مهما جي گيان کي ڄاڻي ٿو سي منهنجون مهمائون ڏٺ. هي ارجن! آڪاس، وايو، جل، پرٿوي، **من، بڌ ۽ آهنڪار، اهي اٺ پرڪرتيون آهن.** انهن کي الپت ڪرڻ واري منهنجي مايا آهي. اهي اٺ سرير ڌارين تا جي اندر به آهن ۽ ٻاهر ڀي آهن. جيئن ڪي رات ڏينهن جو انس ماس آهي، تيئن جو انس ٻاهر آهي جو ٻيٽ بران بچاني ٿو، آڪاس جو انس اندر

مڪت ٿيس. رنٿيڪ منيءَ راجا کي آدرڀاءُ ڪيو ۽ چيائين ته هي راجا! تون ڇهن ڏرمن جي سادنا ڪندڙ آهين ۽ تون ٻچ آتما آهين. پوءِ منيءَ چڱيءَ طرح سان راجا کي پاڻ وٽ وهاريو ۽ شهرڪ کي ڦل ڦول آڻڻ لاءِ موڪليائين. اهو ڦل ڦول کڻي آيو ۽ اچي راجا کي ڏنائين. پوءِ راجا منيءَ کان پڇيو ته هي سوامي! توهانجو ايڏو ٿيج ڪهڙي ٻل ڪري ٿيو آهي. تڏهن منيءَ چيو ته هي راجا! مان ته ساڌو جٽائن رکڻ وارو، ڀيوت لائڻ وارو ۽ ڪنڌي پائڻ وارو آهيان. مونکان ڪهڙو ٻچ ٿيندو جو مان ڪندس. مون وٽ ڪا مايا ڪانهي پر هڪڙي ڳالهه آهي جو مان سدائين گيتا جي ڇهين اڌياءَ جو پاٺ ڪندو آهيان. هي جيڪو ٿيج ڏسين ٿو سو انهيءَ جو آهي. راجا اِترو ٻڌي پنهنجي پٽ کي آڻايو ۽ چيائينس ته هي پتر! اڄ کان وٺي تون راجائي ڪر. مان تيرٿ ياترا تي ٿو وڃان. اِئين چئي راجا راڄ کي ڇڏي ڏنو ۽ رنٿيڪ منيءَ کان گيتا جي ڇهين اڌياءَ جو پاٺ سکيو ۽ ڏهاڙي پاٺ ڪرڻ لڳو. پاٺ جي پرتاپ ڪري راجا ترڪال درشٽي ٿيو. اهڙيءَ طرح ٻن ٽن گهڻائي ڏينهن گذاريائين. هڪڙي ڏينهن ٻڌي پراڻ ڇڏيائين وڃي پر چڙهي وئڪنٺ ڏي ويو. شري نارائڻ ٿو چوي ته هي لڇمي! اهو گيتا جي ڇهين اڌياءَ جو مهاتم آهي جو مون توکي ٻڌايو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ڇهين آڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

هي پنڊتوا ھن راجا کان هڪڙو رشي اُتم آهي ۽ اهو ونڪنت جو اُڌڪاري آهي. ونڪنت سرڳ کان بہ مٿي آهي. اها ڳالھ ٻڌي راجا دل ۾ خيال ڪيو تہ مونکان هن جو پد وڏو آهي جو ونڪنت جو اُڌڪاري آهي ۽ هُنس بہ هن جي ساراھ ٿو ڪري. اهو خيال ڪري چوڻ لڳو تہ انهيءَ مهاتما جو درشن ڪرڻ گهرجي. راجا انهيءَ مهل رت گهرائي رشيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. بنارس ڪاشيءَ ۾ وڃي گنگا جو سنان ڪيائين. دان ڪيائين ۽ شوجي مهاراج جو درشن ڪيائين. پوءِ ماڻهن کان پڇيائين تہ اهڙو ڌيان ڪرڻ وارو رشي مني هتي آهي؟ ماڻهن چيس تہ نہ. پوءِ راجا اُتان هليو ۽ دوارڪانات جو درشن ڪيائين. پوءِ راجا اولھ پاسي ويو جنهن تيرٿ تي وڃي اُتي سنان دان ڪري ۽ رشي مني پيو پڇي. وري راجا اُتر پاسي ويو. بدري نات جو درشن ڪيائين. اُتي راجا جو رت نہ پيو هلي تڏهن راجا چيو تہ مان ساري پرٿوي گهميو آهيان پر منهنجو رت ڪٿي بہ نہ بيٺو آهي. هتي اهڙو ڪو ڀاري منش رهي ٿو جنهنجي پرتاب ڪري منهنجو رت نٿو هلي. تڏهن راجا رت کان هيٺ لهي رت جي اڳيان هلڻ لڳو. ڇا ڏسي تہ هڪڙي پهاڙ جي غفا ۾ ساڌو ويٺو آهي جنهن جي تيج ڪري سارو پهاڙ روشن آهي. تڏهن راجا سمجهيو تہ اهو رشي هتي آهي. پوءِ راجا اڳتي وڌي ان رشيءَ کي ڏنڊوت پرنام ڪيو ۽ هٿ ٻڌي اُنجي اُستتي ڪيائين ۽ چيائين تہ هي سوامي! توهانجو درشن ڪري ڪلما... آهي ۽ منهنجو جنم اَڄ سڦل ٿيو. اَڄ کان مان

مُڪت ٿيس. رنتيڪ مُنيءَ راجا کي آڌر ڀاءُ ڪيو ۽
چيائين ته هي راجا! تون ڇهن ڌرمن جي ساڌنا ڪندڙ
آهين ۽ تون ٻه آتما آهين. پوءِ مُنيءَ چڱيءَ طرح سان
راجا کي ڀاڻ وٽ وهاريو ۽ شوڪ کي ڦل ڦول
آڻڻ لاءِ موڪليائين. اهو ڦل ڦول ڪٺي آيو ۽ اچي راجا
کي ڏنائين. پوءِ راجا مُنيءَ کان پڇيو ته هي سوامي!
توهانجو ايڏو تيج ڪهڙي ٻل ڪري ٿيو آهي. تڏهن
مُنيءَ چيو ته هي راجا! مان ته ساڌو جتاڻ رکڻ وارو،
ٻيو ٽ لائڻ وارو ۽ ڪٿي پائڻ وارو آهيان. مونکان ڪهڙو
ٻه ٿيندو جو مان ڪندس. مون وٽ ڪا مايا ڪانهي
پر هڪڙي ڳالهه آهي جو مان سدائين گيتا جي ڇهين
اَڌياءَ جو پاٺ ڪندو آهيان هي جيڪو تيج ڏسين ٿو
سو انهيءَ جو آهي. راجا اِترو ٻڌي ٻهمڻ جي پٽ کي
آڻايو ۽ چيائينس ته هي پٽ! اڄ کان وٺي تون راجائي
ڪر. مان تيرٿ ياترا تي ٿو وڃان. اِئين چئي راجا راڄ
کي ڇڏي ڏنو ۽ رنتيڪ مُنيءَ کان گيتا جي ڇهين
اڌياءَ جو پاٺ سکيو ۽ ڏهاڙي پاٺ ڪرڻ لڳو. پاٺ
جي پرتاب ڪري راجا ترڪال درشي ٿيو. اهڙيءَ
طرح ٻن ڀر گهٽائي ڏينهن گذاريائين. هڪڙي ڏينهن ٻئي
پراڻ ڇڏي ۽ وان ڀر چڙهي وڪنٺ ڏي ويا. شري
نارائڻ ٿو چوي ته هي لڇمي! اهو گيتا جي ڇهين اڌياءَ
جو مهاتم آهي جو مون توکي ٻڌايو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ڇهين اَڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

هي پنڊتو! هن راجا کان هڪڙو رشي اُتم آهي ۽ اهو
وِنڪنٽ جو اُڌڪاري آهي. وِنڪنٽ سرڳ کان ٻه مٿي
آهي. اها ڳالهه ٻڌي راجا دل ۾ خيال ڪيو ته مونکان
هن جو پچ وڏو آهي جو وِنڪنٽ جو اُڌڪاري آهي
۽ هنس ٻه هن جي ساراهه ٿو ڪري. اهو خيال ڪري
چوڻ لڳو ته انهيءَ مهاتما جو درشن ڪرڻ گهرجي. راجا
انهيءَ مهل رٿ گهرائي رشيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ
روانو ٿيو. بنارس ڪاشيءَ ۾ وڃي گنگا جو سنان ڪيائين.
دان ڪيائين ۽ شوجي مهاراج جو درشن ڪيائين. پوءِ
ماڻهن کان پڇيائين ته اهڙو ڌيان ڪرڻ وارو رشي مني
هتي آهي؟ ماڻهن چيس ته نه. پوءِ راجا اُتان هليو ۽
دوارڪانات جو درشن ڪيائين. پوءِ راجا اولهه پاسي
ويو جنهن تيرٿ تي وڃي اُتي سنان دان ڪري ۽ رشي
مني پيو پڇي. وري راجا اُتر پاسي ويو. بدري نات
جو درشن ڪيائين. اُتي راجا جو رٿ نه پيو هلي تڏهن
راجا چيو ته مان ساري پرٿوي گهميو آهيان پر منهنجو
رٿ ڪٿي به نه بيٺو آهي. هتي اَهڙو ڪو ڀڳارٿي منش
رهي ٿو جنهنجي پرتاب ڪري منهنجو رٿ نٿو هلي.
تڏهن راجا رٿ کان هيٺ لهي رٿ جي اڳيان هلڻ لڳو.
ڇا ڏسي ته هڪڙي پهاڙ جي غفا ۾ ساڌو ويٺو آهي
جنهن جي تيج ڪري سارو پهاڙ روشن آهي. تڏهن راجا
سمجهو ته اهو رشي هتي آهي. پوءِ راجا اڳتي وڌي ان
رشيءَ کي ڏنڊوت پرنام ڪيو ۽ هٿ ٻڌي اُنجي اُستتي
ڪيائين ۽ چيائين ته هي سوامي! توهانجو درشن ڪري
ڪلياڻ ٿيو آهي ۽ منهنجو جنم اَڄ سڦل ٿيو. اَڄ کان مان

## ڀاڳ ٻيو

جو ڦل جي اڇا نہ رکي ڪرم ڪري ٿو، اهو ئي ڀوڳي آهي ۽ نہ اهو جنهن ڪرم ڇڏيا آهن. جو گهڻو کائي ٿو يا جو اصلي کائي ئي نٿو، يا گهڻو سمهي ٿو يا جاڳندو ئي رهي ٿو، تہ اهڙي کان يوگ ساڌنا نہ ٿيندي. جو مون کي سڀ ۾ ڏسي ٿو ۽ سڀ مون ۾ ڏسي ٿو، اهڙي کان آءٌ جدا نہ آهيان ۽ نہ هو مون کان جدا آهي. من چنچل آهي وس ٿيڻ جو نہ آهي پر اڀياس ۽ ويراڳ سان هو وس ٿي سگهي ٿو. "جنهن من وس نہ ڪيو آهي تنهن کي يوگ پراپت ٿيڻ مشڪل آهي، ڪوشش ڪندڙ اڀياسي هڪ نہ ٻئي جنم ۾ يوگ جو رستو حاصل ڪري موڪش پائي ٿو."

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي ڌيان يوگ نالي ڇهون آڌياءُ پورو ٿيو.

## ✽ ڇهين اڌياءَ جو مهاتم ✽

شري نارائڻ چوي ٿو تہ هي لڇمي! گوداوري ندي جي ڪناري تي هڪ نگر آهي. اتي جي راجا جو نالو جانسرتا هو. اهو راجا ڌرمي هو. ان جي پرجا بہ ڌرمي هئي. هڪڙي ڏينهن انهيءَ نگر ۾ هنس اڏامندي اچي نڪتا. انهن مان هڪڙو هنس وهندي شرط وري اڏامي ويو تڏهن نگر جي پهرين پڇيس تہ هي هنس! ڇو تون سيڌي کان جلد اڏامي وڃين ٿو. هنس جنو تہ

جوڙي منهنجي ابياسي پد ۾ وڃي پراپت ٿيئو. جنهن
يوڳ جي ساڌنا ڪئي ۽ مرڻ مهل يوڳ کان ٿڙي ويو
تنهن جو وسنار ڇيم. جن گهٽي ساڌنا ڪئي هجي ۽
مرڻ مهل من چلائيمان نه ٿئين ٿن جي ڳالهه ٻڌ. اهي
يوڳي سرڳ جا ڀوڳ ڀوڳي وري جنم پائين ٿا. اهي
وڏيءَ ٻڌ وارا منهنجي مهما جاڻڻ وارا اهڙا جي منهنجا
يوڳي آهن وري انهن جي گهر جنم پائين ٿا. اُتي جنم
وٺي باقي رهيل يوڳ جو اَڀياس ڪن ٿا ۽ ڪنهن به
تڪليف کانسواءِ انهن جو اَڀياس ٿئي ٿو. جهڙي اڳئين
جنم ۾ اُنهن جي ٻڌ هئي اهائي ٻڌ وري هنن کي ملي
ٿي. هي ارجن! يوڳ جو اڀياس انهن کان پاڻيهي پيو
ٿئي. اهي يوڳي منهنجيءَ مهما کي جاڻي مون سان
سهڄي اچي ملن ٿا ۽ سيڌي پاپن کي ناس ڪري منهنجي
يوڳ جي ساڌنا کي پراپت ڪن ٿا! هي ارجن! هن يوڳ
جي رستي جي خبر هڪ جنم ۾ نٿي پوي گهڻا جنم
هر هر وٺي يوڳ ڪندا آهن تڏهن اهي پرم پد ۽ اَبياسي
نگر ۾ وڃي پراپت ٿين ٿا. تپسويءَ کان يوڳي مٿي
آهي؛ گيانيءَ کان به هو مٿي سمجهي ٿو؛ ساڳيءَ طرح
ڪرم ڪانڊيءَ کان به مٿي آهي. تنهنڪري هي ارجن!
تون يوڳي ٿيءُ سيني يوگين ۾ اُتم ٿيءُ ۽ مون من ۾
لڳاءِ جي مونکي شرڌا سان ڄپين ٿا، تنهنکي آءٌ سريشٽ
يوڳي سمجهان ٿو.

نہ سمجھہ، هي ارجن! جنهن منهنجو هڪ پيرو بہ نالو
ورتو آهي ۽ مونکي نمسڪار ڪيو آهي، مان جو ست
پرش اَبناسي آهيان ڪلياڻ روپ بہ آهيان، يوگيءَ جو
من اَنت ڪال مهل منهنجي يادگيريءَ کي ڇڏي ٻئي
پاسي ويو تنهن جي گت بد. جنهن سرڳ پائڻ لاءِ لوڪ
وڏا دان ڪندا آهن ۽ يگيہ ڪندا آهن ۽ ٻڻ تپسيائون ڪندا
آهن اهو سرڳ منهنجي يوگيءَ کي ڏنڊ آهي سو اهو
پرشت يوگي سرڳ پائي ٿو تنهن سرڳ جو وستار ٻڌ.
اُتي ديوتا رهن ٿا ۽ اُتي نڪا ڪنهنجي زال آهي
نڪو ڪنهنجو مڙس آهي. اُتي اپڇرائون پوڳ لاءِ آهن
جن جي سرير ۾ ڏاڍيون سڳنڌيون آهن ۽ گندرب راڳ
ڪرڻ وارا آهن ۽ کائڻ لاءِ اَمرت آهي، سڳهڻ لاءِ گل
آهن، پهرڻ لاءِ ديوتائن جا ڪپڙا آهن ۽ هر قسم جي
پرڪارن جا ديوتائن جا پوڳ آهن اِهي يوگيءَ جو يوگ
پرشت ٿيو وڃي جڏهن اهي پوڳ پوڳي بس ٿو ڪري
تڏهن وري اچي منش لوڪ ۾ جنم پائي ٿو، برهمڻ يا
کتريءَ جي گهر ۾. جنهن ٿورا ڏينهن يوگ سادنا ڪئي
هئي ۽ مرڻ مهل يوگ کان پلجي ويو هجي اهو سرڳ جا
پوڳ پوڳي برهمڻ، کتري يا شاهوڪار جي گهر ۾ جنم
پائي ٿو ۽ وري يوگ جي سادنا ڪري ٿو. جئن ڪر ڪر
ڪنڌرتو ماڻهو سمهي پوندو آهي ۽ جڏهن اُٿندو آهي
تڏهن اُتي وري پنهنجو ڪم ڪندو آهي. اهڙيءَ ريت
ان جي من ۾ يوگ اَبيت ٿئي ٿو تڏهن مون سان يوگ

انهن اُپاون سان من اسٿل ٿئي ٿو ۽ جنهن مون سان پريت نه رکي آهي ۽ سنسار جي واسنائن کان پري نه ٿيو آهي اهو مونکي اصل نه پائيندو ۽ جنهن اڀياس ڪري من مون سان نه لاتو آهي، انهيءَ کي يوگ ڪٿان ملندو؟ اڀياس انهيءَ ڪــي چئبو آهي ته جڏهن مدهنجي ڀڄن کان سواء من ڪجهه ٻيو سمري تڏهن ان کي هٽائيءَ سان ڀڪڙي مون مڇهه لڳائي انهيءَ جو نالو اڀياس آهي. جي اڀياس ۽ وئراڳ سان مون ۾ مليا آهن انهن کي يوگ پائڻ سولو آهي. اڀياس ۽ وئراڳ ٻئي اُپاءَ من کي جيتڻ جا آهن. ارجن شري ڪرشن ڀڳوان کان پڇڻ لڳو ته هي پريو! جنهن توهان سان يوگ جوڙيو آهي ۽ ديهه ڇڏڻ مهل ان جي شرڌا يعني پريت توهان جي يوگ کي ڇڏي ڪنهن ٻئي باسي وئي ته اهو يوگي مڪتيءَ ڪي نه ڪين پراپت ٿيو؟ هي ڀڳوان! ڪهڙيءَ گت کي پراپت ٿيو ۽ اهو توهانجي يوگ کان ڀرشت ٿيو يا نه؟ انهيءَ جي ساري ڪمائي اجائي وئي يا نه؟ جئن برسات اچي ۽ ڪنهن پاسي کان هوا لڳي ته اهي بادل کي ڪيڏانهن کي ڪيڏانهن وٺيو ٿــا تئن انهن بادلن وانگر انهيءَ يوگيءَ جو يوگ ٿيو يا نه؟ هي پريو! سو توهانجي يوگ کي ته نه پهتو. توهان جو برهم پد جو آهي تنهن پد کان نه هوُ ڦري ويو. ڪرپا ڪري انهيءَ جــي گت ٻڌايو ۽ مدهنجي من جو سنسو مٽايو. شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته هي ارجن! انهيءَ يوگيءَ جو يوگ نــون ناس نه

**سواس تنهنجو نام جپيند و رهان. سچي راهه ڏي. سچي سمجهه ڏي. سچي سکيا ڏي. نام دان ڏي، پنهنجي چرنن جو ڌيان ڏي.**

اهڙو جيڪي روز پڙهن کن تـا سي جنم مرڻ ۾ وري نه ايندا. انهن کي ڇا ڪرڻو آهـي سو ٻڌ. هي ارجن! جيئن پنهنجيءَ آتما کي سک دک لڳل آهي تيئن ٻين کي بہ لڳل آهي. ائين سمجهي ڪري ڪنهن کي بہ دک نہ پهچائجي ۽ سڀني کي سک ڏيندڙ ٿجي سيئي يوگين کان بہ اهڙو ڪرم يوگ اتم آهي.

ارجن شري ڪرشن ڀڳوان کان پڇڻ لڳو تہ هـي مڌسودن! اهو يوگ جو توهان مونکي ٻڌايو سو يوگـ تہ مون ۾ ڪونهي ۽ مان وري اهڙو يوگ ڪري بہ نٿو سگهان.

**هـي ڀڳوان! من ڏاڍو چنچل آهـي ۽ مست هاٿيءَ وانگر ٻلوان آهي. اهڙي من کي قابو ڪرڻ، مان هوا کان بہ وڌيڪ مشڪل ڪري ٿو سمجهان.** ارجن جي سوالن جي جواب ۾ شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ ۾ اچي ڪري ارجن کي چوڻ لڳو تہ هي ارجن! انهيءَ ڳالهہ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ مـن ڏاڍو چنچل آهي اُن کي وٺي نٿو سگهجي پر هن من کي وٺڻ جا اُپاوَ بہ آهن. ڪهڙا آهن؟ سي ٻڌ. مون ۾ پريم رکڻ ۽ سنسار جي واسنائن کي ڇڏي رهڻ اهي بہ اُپاوَ آهن.

همراھہ، اوکيءُ ويلي سهائتا کندڙ، سڀ کي روزي رسائيندڙ، چاڙهي چاڙهڻهار، حاضران حضور، شاهن جو شاھہ، بي پرواھہ ڀڳت وڇل! شري کرشن ڀڳوان منهنجي توکي وارون وار نمسکار آهي. هان تنهنجي شرن آيو آهيان، تنهنجو برد آهي، شرن پئي جي لڄا رکڻ. تون کهڙو آهين؟ پتت پاون آهين. تون منهنجي گڻ آوگڻ کي نہ ويچار. منهنجا کيا گناھہ ڪٽ. جئن ماتا پتا پٽر جو ۽ پتي پياريءُ جو اپراڌ کميا ڪري تئن تون بہ منهنجو اپراڌ کميا ڪر. ڪرڻ ڪرائڻ وارو تون ئي آهين. مان ڪجهہ بہ نہ آهيان. سڀ ڪجهہ تنهنجي هٿ ۾ آهي. جيڪي تون ڪرين ٿو تنهن ۾ منهنجو ڀلو آهي. تون مونکي دکہ ۾ ڌيرج ڏي ۽ سکہ ۾ سنتوش ڏي. ڪام آدي وڪارن کان رکي وٺ. جهڙيءَ طرح گجہ کي گراھہ کان بچايئہ تهڙيءَ طرح منهنجي بہ لڄا رکہ پنهنجي مايا کان بچاءِ، گيان پراپت ڪراءِ، سادن جو سنگہ ڏي، پورن گرو ملاءِ، لوڪ پرلوڪ سهيلو ڪر. اها ديا ڪر جو سواس

پر ڪجھ نہ ڏٺائون ڀاڳي آتما سمان ۽ ڀاڳ ۾ برهم کي
ڏٺائون ۽ جڳت ۾ نرمل يوگ پاتائون. اهو برهم جو پرتاپ
آهي. هي ارجن! سڀ پرت ڀراڻي انهيءَ ڪري ڀاڳ ۾
نظر آيا ۽ سيئي پوڻ ڀراڻين ۾ هڪ پنهنجون آتمائون
ڏسڻ ۾ آيون ۽ ان جي اهڙي لئه سمان درشٽي ٿي
پيئي جو مونکي ۽ ڀاڳ ۾ ڏٺائين. سڀ ۾ آتما برهم کي
ڏٺائين ۽ سڀ پرت ڀراڻي منهنجي وراٽ سروپ ۾ جو
ڏسي تو لعهنڪان مان پري نہ آهيان. مان ۽ هو هڪ روپ
آهيون. سيئي پوڻ ڀراڻين ۾ مونکي ڏسي منهنجو روز
پڄن ڪن ٿا اُهو ڪهڙو پڄن ڪن ٿا؟ سو ٻڌ.

## پرارٿنا

هي سوامي! هي ناٿ! هي پريو! هي
پرماتما! هي پرميشور! هي پار برهم! پورن
مڌسودن ماڌو، گوبند گوپال، نرنجن، نارائڻ
هري، ايشور، اَچت ابناسي، انترياميي، سرو
وياپي، سرو شڪتيوان، داتار، ديالو، ڪرپالو،
دين بندو، ديناناٿ، دين ديال، دک ڀنجن،
پتت هرڻ، اناٿن جا ناٿ، نڌاون جا ڌاو، نہ اوڏن
جا اوٽ، نہ آسرن جا آسرا، نہ ٽيڪن جي ٽيڪ،
نہ پتيئن جي پت، نہ آڌارن جا آڌار، بي
وسيلن جا وسيلا، بيواهن جا واهه، هيڻن جا

جي ڀائڻا ڪري هٿيارن سان وڍجي ۽ باھ ۾ سڙي
لڏهن ۾ هنڌي ڪو ڏک نٿو لڳي. انهيءَ جا مثال ساڪي
پرهلاد ڀڳت جهڙا آهن. پرهلاد ڀڳت کي سندس
پتا هرڻاڪش انيڪ پرڪارن جا ڪشٽ ڏنا
تڏهن به پرهلاد ڀڳت کي ڪنهن طرح جو
به ڏک نه لڳو. اهڙو نه سک آهي جنهن سک پائڻ
ڪري سڀيئي ڏک دور ٿي وڃن تا سو اهڙو سک نڌان
يوڳ سڌسار کان بري ٿي ڪري اوس ڪرڻ گهرجي.
آهستي آهستي مونکي بڌيءَ سان پراپت ڪجي ۽ آتما
سان ملائجي ۽ بيو ڪجھ به ڪين ياد ڪجي. هي من
چنچل آهي جنهن جنهن ڳالھ کي ياد ڪري تنهن تنهن
ڳالھ کان هٽائي اُن کي آتما سان ملائڻ کپي. جڏهن
من وڃي آتما سان گڏبو تڏهن پرم شانت سک کي
پائيندو. جن اهڙيءَ ريت مايا کي بري ڪري يوڳ کي
جاتو آهي سي ڪڏهن به نتا پنڊڪن ۽ اهي پاڻ ۾ پاڻيھي
استر ٿيا آهن ۽ پاپ اُنهن جا سڀ سڙي ويا آهن. انهن
جلدي يوڳ کي پائي ورتو آهي. اُنهن کي اَمر سک مليو
آهي. برهم جو پرڪاش به ٿي پيو آهي ۽ اُنهن آتما جو
سنگ ڪري پرم سک کي پراپت ڪيو آهي. انهيءَ سک
ڪري اُنهن سڀ کي پاڻ ۾ ڏٺو ۽ پاڻ کي سڀ ۾ ڏٺائون ۽

پنهنجو آتما وشين ۾ لڳايو آهي تن جو آتما دشمن آهي.
جن پنهنجو آتما وشين کان ڦري ڪري پار برهم اُپاسيءَ
سان لڳايو آهي سو برهم شانت پد کي پراپت ڪندو؛
مدهجي ڪرپا سان ڪرڻي دکه اُنجي ويجهو نه ايندو.
هو آدر ڪري خوش نه ٿئي؛ نرآدر ڪري رنج به
نه ٿئي. **پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ گيان چئبو
آهي ۽ ايشور کي سڃاڻڻ وگيان چئبو آهي.**
اهي ٻئي ليرهين اُڌياءَ ۾ لوکي ٻڌائيندس.

سو انهيءَ گيان ۽ وگيان روپي امرت کي پي يوگي
لوڪ ترپت ٿيندا آهن سو ڪيئن؟ اندرين کي روڪي
سدائين هڪ رس رهندا آهن. **مٽي ۽ سون، متر
۽ شترو، پاپ ۽ پڃ انهن لاءِ هڪ سمان آهي.
اهي يوگم جا لڇڻ آهن. جيڪو يوگي ٿيڻ
گهري سو ڇڏ.** اهو ڀريائين ايڪانت ۾ هڪڙي
چار آڱر اوچي ٿلهي ناهي تنهن تي ڇيٽي جو ليپو پائي
ان تي ڏڀ وڇائي تنهن جي مٿان مرگهه ڇالا وجهي
مٿانئس ڏوتل ڪپڙو وڇائي اهڙي شڌ آسڻ تي پلٿي
ماري ويهي. من کي نسچل ڪري اندرين کي وس
ڪري مٿي کي سڌو جهلي ويهي، هيڏي هوڏي
ڪيڏانهن به ڪين نهاري فقط آتما کي پرماتما سان
ملائي ڪنهن جو به ڀؤ نه ڪري چت کي دڙه ڪري
من جو ڀڪو نسچو ڪري ۾ رکي انهيءَ رهت مون سان

# اڌياءُ ڇهون

## ( ڌيان يوڳ )

شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته، هي ارجن! جو منش چڱا ڪم ڪري ٿو ۽ ڦل جي اِڇا نٿو رکي انکي ئي سنياسي سمجهه ۽ اهوئي يوگي آهي. هي ارجن! جنائن رکڻ ڪري ۽ رک مهڻ ڪري ۽ ٻاهر جي اڳيان وبهڻ ڪري اهو سنياس نه آهي. هي ارجن! جنهن کي سنياسي چون ٿا تنهن کي



ئي يوگي سمجهه. جنهن من جا سنڪلپ نه تياڳيا آهن سو ڪڏهن به يوگي ٿي نٿو سگهي. جو يوگ ڀڄائي ٿو تنهن لاءِ شانتي ساڌن ضروري آهي. جو منش اِندرين جي وشين يا ڪرم سان سنگ نٿو رکي ۽ سڀ سنڪلپ تياڳي ٿو تڏهن هو يوگ ۾ پڪو چئجي ٿو. **يوگي اهو آهي جنهن پنهنجي آتما جو اُڌار ڪيو آهي.** اهو سنسار جي وشين کي نٿو ڏسي. اِن جي لاءِ سڄڻ ۽ دشمن سڀ پنهنجو آتما ئي آهي. جن پنهنجو آتما وشين کان ٻري ڪيو آهي ۽ پنهنجو من مرن ۾ لڳايو آهي تن جو متر آتما ئي آهي. جن موڪي وساري

ڇڏيو. مون جهڙن ٻڍن کي سچائو ۽ حسن کي مارڻ لڳس. هوءَ پڇندي مسان ۾ هڪڙي ماڻهوءَ جي کوپڙيءَ ۾ ڪري پيئي. کوپري ڀاڻيءَ سان ڀريل هئي. مان ٻه اُتي اچي پهتس. اهو پاڻي اسان ٻنهي جسي ٻت تي اچي لڳو ۽ پاڻيءَ جي لڳڻ ڪري اسان جي ديهه ديوتائن جهڙي ٿي پيئي ۽ اسان کي وِوان ۾ چاڙهي وئڪنٺ ڏانهن وٺي هليا. اسانکي خبر نٿي پوي ته اسان جو اُڌار ڪهڙيءَ ريت ٿيو. ڌرمراءِ چيو ته اها کوپري هڪڙي سادوءَ جي هئي. اهو ڏهاڙي گنگا ۾ سنان ڪري گيتا جي پنجين اَڌياءَ جو پاٺ ڪندو هو جنهنجي جل ڇهڻ ڪري توهان وئڪنٺ ڏي ٿا وڃو. پوءِ ڌرمراءِ پنهنجي پارڪدن کي حڪم ڏنو ته جيڪو پرش گنگا ۾ سنان ڪري ۽ گيتا جو پاٺ ڪري ته انهيءَ کي منهنجي پڇڻ کان سواءِ ئي وئڪنٺ ڏي وٺي وڃو.

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! اهو گيتا جي پنجين اَڌياءَ جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي پنجين آڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.

وچ ته هوءُ ٻاهر هلي وڃي. مطلب ته جيئن چويس تيئن ڪجي
اٿڻ هلي. جهڙي ڍاڙي مار ڏيندو هوس.
هڪڙي ڏينهن ڏاڍي مار ڏنائينس. تڏهن جوڙس ڪيس
زهر ڏيئي ماري ڇڏيو. پوءِ اُن برهمڻ گدڙ جو جنم
پاتو. ڪيترن ڏينهن کانپوءِ اها زال به مري وئي ۽
وڃي طوطيءَ جو جنم پاتائين. هڪڙي ڏينهن طوطي
جهنگ ۾ ويٺي هئي، گدڙ به اُتي اچي نڪتو. گدڙ
طوطيءَ کي سڃاتو. اها ساڳي منهنجي زال آهي اِنهن
ڇٽي طوطيءَ کي مارڻ لاءِ هن جي پٺيان پيو. طوطي
اڏامندي مسافر ۾ ڪري پيئي. ان مسافر ۾ سادوءَ جي
کوپري برسات جي پاڻيءَ سان ڀري پيئي هئي. طوطي
اُن ۾ وڃي ڪري. انتري ۾ گدڙ به اچي پهتو ۽ طوطيءَ
کي مارڻ لڳو. انهيءَ کوپريءَ جي پاڻيءَ سان انهن ٻنهي
جي ديهه ڌوپي پيئي ۽ پاڻ ۾ وڙهندي مري ويا ۽
نيچ ديهه ڇڏي ديوتائن جي ديهه پاتائون. آڪاش مان
وِوان آيا انهن ۾ چڙهي وَنڪنٺ ڏي ويا. تڏهن طوطيءَ
پڇيو ته هي گدڙ! مون اهڙو ڪهڙو پڃ ڪيو آهي جنهن
ڪري وَنڪنٺ ڏي ٿي هلان؟ گدڙ چيو ته مان ٻيا
جنم ڪان پاپي آهيان مونکي ڪا به خبر ڪانه پوي. انتري
۾ ڌرمراءَ جي پريءَ ۾ ويا. ڌرمراءَ چيو ته هي
گدڙ! تون اڳيئن جنم ۾ ڪير هئين؟ گدڙ چيو ته هي
مهاراج! مان برهمڻ هوس. اُتي مون شادي ڪئي ۽
مونکي پاپڻ زال ملي جنهن مونکي زهر ڏيئي ماري

وِارا پاڻ آهن ۽ سيئي جو ايشور ۽ سيئي پوت پراڻين
جو متر پرِيو آهي. جيڪو انهن ڳالهين ۾ شري ڪرشن
ڀڳوان اهڙو آهي سو پرمانند اڀياسي پد پائيندو.

## ذات پرچ

ڪرم جي تياڳ کان ڪرم جو ڪرڻ سريشٽ آهي
"اندريون اندرين جي وشيه ۾ ورتجن ٿيون" ۽ آءٌ
"ڪجهه به نٿو ڪريان." يوگي ائين ڪري مڃي ٿو.
ڦل جي اڇا ڇڏي ڪرم ڪري ٿو ۽ انهن ڪرمن کي
ايشور اَرپڻ ڪري ٿو، اُنکي پاپ پڃ لڳي نٿو سگهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن آرجن سنبادي گيان ڪرم سنياس يوگ نالي پنجون آڏياءِ پورو ٿيو.**

## * پنجين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي ! هڪڙو برهمڻ
ٻنگلا نالي پنهنجي ڌرم کان پرشٽ ٿي ڪسنگ ۾ وڃي
لڳو. انهيءَ برهمڻ کي سندس پائرن نياٽ مان ڪڍي
ڇڏيو، تڏهن اهو برهمڻ پنهنجو ملڪ ڇڏي ٻئي ملڪ
۾ وڃي رهيو. نيٺ راجا وٽ نوڪري ڪيائين ۽ جڏهن
راجا وٽ گهڻا ڏينهن رهيو تڏهن ماڻهن کي ڇڪليون
هڻڻ لڳو ۽ ڌنوان به ٿي پيو. الي پنهنجي شادي
ڪيائين... زال اهڙي مليس جو ٻنگل چوس ته ٻاهر نه

ول مان هڪ سنگ ڪيڍي ڏسجي ته سڀ داتا گڏ آهن
جي انهيءَ ۾ ڪو هڪ داتو ڪچو هوندو ته سڀ ڪچا
داتا هوندا. انهيءَ ريت جنهن گيانيءَ کي ڪام ڪروڌ
ڪرڻهي تنهنکي وري جنم ملندو. جن ڪام ڪروڌ
پٺي دشمن جيتيا آهن انهن ئي يوگ کي
پاتو آهي. اُهي ئي سنسار ۾ سکي آهن. انهن
کي ڪام ڪروڌ نٿو تئي سو ٻڌ. آتما جو جوتي سروپ
آهي تنهن سان وڃي مليو آهي. انهيءَ آتما سان ملڻ
ڪري جو نرواڻ پد آهي تنهن ۾ وڃي هو مگن تيو آهي.
انهيءَ ڪري انکي ڪام ڪروڌ نٿو تئي. ڪام ڪروڌ
جنهنکي ڪرڻهي سو جوتي سروپ برهم نرواڻ سک ۾
مگن تيو آهي. جيڪي ديهه ساڻ مڪت آهن تن جي
ڳالهه ٻڌ. جنهن ٻاهريون اندريون واسنائن کان
پري ڪيون آهن ۽ اکيون بند ڪري ترڪٽيءَ
۾ ڌيان رکي ۽ پراڻ گڏ ڪري ناسڪا ۾ آڻي.
اهڙو جنهن پراڻايام ڪيو آهي ۽ ٻي ڪا جنهن
کي ڪامنا ئي ڪانهي ۽ ڪنهنجو ڀؤ نه ڪروڌ
آهي اهڙو جو منهنجو ڀڳت آهي سو جيئري
ئي مڪت آهي.

هي ارجن! ٻيو ٻڌ. ڪيترا ماڻهو مڪتي حاصل
ڪرڻ لاءِ تپسيا ۽ ڀڳيه ڪن ٿا سو انهن جو ڦل ڀوڳڻ

گياني نرليپ آهن. هي ارجن! جيڪو مونکي اهڙي
طرح ڄاڻي ٿو؟ نه هي پريو! تون نرليپ آهين ۽ مون
۾ پريت رکي ۽ منهنجي شرڻ ۾ اچي هرهر منهنجو ڀڄن
ڪري ٿو اهو منهنجي ابناسي پد ۾ وڃي ملي ٿو. اهڙي
وچـڙا ڪري وري گرڀ ۾ نٿو اچي اهو پورن گياني
آهي. اهڙو جو برهمڻ هجي جنهنجو جنم چڱي گهر ۾
هجي ۽ وديا ۾ پورن هجي **انهيءَ برهمڻ کي وديا**
**جي جنم جو گهمنڊ نه هجي** ۽ سڀ سان نهٺائي،
ساڌو برهمڻ ڳئو هاٿي ڊور ڪتا چنڊال وڏو نيچ وان
جي پاڻي هڪجهڙو هجي لدهنکي پبس چٽجي ٿو ۽
آتما برهم آهي. اهڙي جنهنجي نگاه، آهي اهو جنم
مرڻ جي بندن کان ڇٽي ٿو. **چڱيءَ شيءِ ملڻ**
**ڪري خوش نٿو ٿئي ۽ خراب شيءِ ملڻ تي**
**رنج به نٿو ٿئي.** اهڙي برهم کي هڪ نگاه، ڏسڻ
وارو چئجي جنهنجي هردي ۾ ڪجهه به اڳيان ڪونهي
باهرين ۽ اندرين جي سک جو خيال هن کان پري ويو
آهي ۽ آتما جي سک ۾ مگن آهي، لنهن ابناسي ۽ اکنڊ
سک پاتو آهي اهو اندرين جي ڀوڳن کي نٿو ملي.
اندرين جا ڀوڳ دک ڏيڻ وارا آهن ۽ انهنجو ڪوڙو سک
آهي سو انهنجو سک ڇڏي آتما جو سک ڀوڳي ٿو
جنه... سي اڳي جنم ڪونهي لنهنجي ڳالهه ٻڌ. جن

جاڻي ۽ اندرين سان ڪرم پيو ڪري انهيءَ ڪي ڪنهن
بہ ڪرم ڪرڻ جو دوش ڪونهي. جو ڪرم جي ڦل
جي اِڇا ڇڏي ڪرم ڪري ٿو ۽ انهن ڪرمن کي ايشر
جي اَرپڻ ڪري ڏيئي ٿو ان کي، جيئن ڪمل جي پن کي
جل ڇهي نٿو سگهي. تيئن پاپ پڻ اُنکي سپرش ڪري
نٿو سگهي. هي ارجن! جيڪي يوگيشور آهن سي ديه
ڪري مَن ۽ اندرين ڪري ست ڪرم ۽ سنان آد ڪان
وٺي ڪن ٿا پر انهن جو ڦل نٿا گهرن انهنجو مَن شانتيءَ
کي پراپت ڪري ٿو ۽ جي وري ڦل جي اِڇا رکن ٿا
سي بندين ۾ پون ٿا. هي ارجن! **سدائين سکي
ڪير آهن؟** سا ڳالهہ ٻڌ. **جيڪو پرش آتما سان
مليو آهي ۽ ڪنهن بہ اِندريءَ ڪري اُدم نٿو
ڪري سو سکي آهي.** هي ارجن! مان ڪير آهيان
سا ڳالهہ ٻڌ. سنسار کي اُتپت ڪندڙ آهيان ۽ پالنا
ڪريان ٿو پر مان ڪجهہ نٿو ڪريان ڇو تہ هي منهنجي مايا
جا سڀاو آهن. هي سنسار مايا جو کيل آهي. منهنجو
سنسار سان ڪوئي بندن ڪونهي ۽ نہ **مان ڪنهنکان
پاپ ڪرايان ٿو ۽ نہ پڇ.** اگيان ڪري جيون جو
گيان نشٽ ٿي ويو آهي. انهيءَ اگيان ڪرڻي جيوُ موهجي
ويا آهن. جيڪو موني نيارو جاڻيتو انهيءَ کي ڪاڏهن
بہ اگيان نہ ٿيندو جيئن سورج کي اونڌهہ ڪانهي تيئن

انهن ٻنهي جو ڦل ته هڪ ئي آهي. جيئن منهنجي پـــد ۾ سانکيه وارا اچن ٿا تيئن منهنجي پد ۾ يوگي به اچن ٿا. سانکيه ۽ يوگ ٻئي هڪ ڪري ڄاڻ.

**سنياس ڇا آهي؟ سنسار جـا ڪرم تياڳ ڪجن. ديهه ڪري من ڪري تياڳ ڪجن انهن جو نالو** سنياس آهي. هـــي ارجن! اهو سنياس پاڻ برهم يوگ ڪانسواءِ ڪٿي آهي.

**جڏهن جيو منهنجي ڀڳتيءَ سان ملي ٿو تڏهن سنسار جي سکن جـي ڳالهه اُن کان وسري وڃي ٿي. اِنهيءَ کي سنياس ڄاڻجي ٿو.**

جيڪو جيو ڀڳتيءَ سان ملي ٿو اهو مهيشور آهي سو ان مهل ئي برهم کي اچي مليتو. اهڙو جو پرش يوگ سان مليو آهـــي جنهن هرد و شد ڪيو آهي ۽ جنهن پنهنجي اِندرين کي جيتيو آهي ۽ جنهن کـــي سيني پوت پراڻين ۾ هڪ ئـي ايشور نظر آيو آهي، اهڙو جو پرش ڪرم ڪرڻ وارو آهي، ان کي تون ڪرم کان ٻري نرليپ ڄاڻ. اهو ڇا ٿو سمجهي؟ اهو سمجهي ٿو ته "مان ڪجهه ڪين ٿو ڪريان" اکيون ڏسن ٿيون ۽ ڪن ٻڌن ٿا، نڪ سنگهي ٿو، جڀ سواد وٺي ٿي، ساهه اچي ۽ وڃي ٿـــو، هٿ وٺن ۽ ڏين ٿا، پير هلن ٿا، سمهي ۽ جاڳي ديهه ٿي جو اهڙيءَ ريت ڄاڻي ٿو ۽ سڀ اندرين پنهنجو پنهنجو ڪم ڪن ٿيون جو اهڙيءَ ريت آتما کي

# اڌياءِ پنجون

## (ڪرم سنياس يوڳ)

ارجن شري ڪرشن ڀڳوان کان پڇڻ لڳو ته هي شري ڪرشن ڀڳوان! مونکي ڪرمن جو تياڳ ۽ سنياس ٻڌايو ۽ ڪرم جو يوڳ به ٻڌايو. هڪ ني ڳالهه نسچي ڪري چئو جنهن مان مونکي لاڀ ٿئي. تڏهن شري ڪرشن ڀڳوان آنند مان چوي ٿو ته هي ارجن!



سنياس يوڳ ۽ ڪرم يوڳ اهي ٻئي سک ڏيڻ وارا آهن. ڪرم سنياس کان ڪرم يوڳ ڀلو آهي ۽ جي پرش انهيءَ گيان جي ڄاڻڻ وارا آهن اهي سنياسي آهن، جي سڀئي ڳالهيون ڪري ڏک سک کان پري آهن. هي ارجن! اهڙا جي جيو آهن سي ٻنڌن کان پري آهن ۽ سکي به اهي آهن. هي ارجن! ٻيو ٻڌ. سانکيه کي ۽ يوڳ کي ڀن ڀن اگياني ٻالڪ چوندا آهن.

يوڳ چئجي منهنجو سمرڻ ڪرڻ ۽ مون سان جڙي رهڻ کي ۽ سانکيه چئجي منهنجي گيان گوشٽيءَ ۽ ڪٿا ڪيرتن ڪرڻ کي، سو اهي ٻئي هڪ ئي آهن.

کي ڏنائون. ٻئي ٻوڪريون نمسڪار ڪري چوڻ لڳيون
ته هي مهاراج! توهان ڌن آهيو جو توهان اسان جي
مڪتي ڪئي آهي. سنت چيو ته توهان ڪير آهيو؟
ٻوڪرين چيو ته اسان توهان کي سچاٽون ٿيون. اسان
اڳئين جنم ۾ وڻ هيونسين. توهان هڪڙي ڏينهن جهنگ
۾ آيا اُس ۽ گرميءَ جي ڪري توهان وڻ جي ڇانوَ ۾
اچي ويٺا. توهان جي سمهڻ ڪري توهانجا چرڻ هڪڙي
وڻ کي ۽ ٻئي کي توهانجو متو لڳو. انهيءَ مهل اسان
جو اڌار ٿيو. هاڻي اسان برهمڻ جي گهر جنم ورتو آهي.
تڏهن سنت چيو ته موکي ان مهل توهانجي خبر ڪانه
پيئي. هاڻي ڪا آگيا ڪريو ته مان توهانجي ڪجهه سيوا
ڪريان. چوڻ توهان برهمڻ شري نارائڻ جو مک آهيو.
تڏهن ڪنيائون چوڻ لڳيون ته اسان کي شري گيتا جي
چوٿين اَڌياءَ جو ڦل دان ڪر جنهنڪري اسان ديوتائن
جو جنم وٺون. تڏهن سنت گيتا جي چوٿين اڌياءَ جو ڦل
انهن کي دان ڪيو. اهي ٻئي ڪنيائون ديوتائن جو جنم
وٺي وڪنت ڌانهن روانيون ٿيون. سنت چيو ته موکي
گيتا جي چوٿين اڌياءَ جي ڦل جي سڌ ڪانه هئي ته ڪو
ايترو ان ۾ لاڀ آهي. پوءِ سنت ڏهاڙي گيتا جي چوٿين
اڌياءَ جو پاٺ ڪندو رهيو. شري نارائڻ چوي ٿو ته
هي لڇمي! اهو گيتا جي چوٿين اڌياءَ جي پاٺ جو ڦل آهي.

**اِتِ شري ڀڳوت گيتا جي چوٿين آڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

# * چوٿين ادياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو تہ هي لڇمي! جيڪو گيتا جو پاٺ ڪري ٿو تنهن سان ڇا ٿو ٿئي آهيان؟ سو ٻڌ. ان کي ديهہ کان ڇڏائي، مڪت پد ڏي موڪليان ٿو. تڏهن لڇميءَ چيو تہ هي مهاراج! گيتا جي پاٺ ڪرڻ سان ڪو مڪت بہ ٿيو آهي؟ تڏهن شري نارائڻ چوڻ لڳو تہ هي لڇمي! ڀاڳيرٿي گنگا جي ڪناري تي ڪاشيءَ جو شهر آهي اتي هڪڙو وشنو رهندو هو. اهو روز گنگا جو سنان ڪري گيتا جي چوٿين ادياءَ جو پاٺ ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن هو جهنگ ۾ ويو اتي سيٽا بہ هرڻ ڏنائين انهن وڻن جي ڇانو هيٺ واهي رهيو. اهي ٻئي جاڙا وڻ بير جا هئا اتي ويٺي ان کي ننڊ اچي ويئي هن جو هڪڙي وڻ کي پير ۽ ٻئي کي مٿو لڳو تہ اهي ٻئي وڻ هڪدم ڪري پيا. پرميشور جي قدرت سان ٻنهي ويسي برهمڻ جي گهر ۾ ڪنيائن جو جنم ورتو. هي لڇمي! اهو جنم ڏاڍي تپ ڪرڻ ڪري مليو ٿو. جڏهن اهي وڏيون ٿيون تڏهن سندس ماءُ پيءُ چيو تہ هاڻي لوهانجي شادي ڪرائجي. ڇوڪرين چيو تہ هي پتا! اسان جي من جي هڪ اڇا آهي. انهن ڇوڪرين کي اڳئين جنم جي خبر هئي سو ٻاڻ ۾ چوڻ لڳيون تہ جنهن سادوءَ جي چرڻن ڇهڻ ڪري اسانجي مڪتي ٿي آهي تنهن جو درشن ڪجي اتري ڇٽي ٻئي ڇوڪريون ماءُ ۽ پيءُ کان موڪل وٺي ڪاشيءَ ۾ آيون. اتي ڪسوٽيءَ

اَگني ڪاٺين کي ڀسم ڪيو ڇڏي ٿي تئن گيان روپ اَگني سڀني پاپن کي ڀسم ڪيو ڇڏي. سچ، گيان جهڙي جڳت ۾ ٻي ڪا پوتر ڪندڙ وستو ڪانهي. يوگ ۾، سمانتا ۾، پورن منش وقت سر پاڻيهي پاڻ ۾ اهو گيان پراپت ڪندو. شردا وارو، ايشور ۾ مگن، اندرين جيتيندڙ گيان پراپت ٿو ڪري ۽ پوءِ جلد اندر ۾ شانتي پائي ٿو. "جو اَگياني، اَشردالو ۽ شڪي آهي اهو ناس ٿي ويي ٿو، جنهن جو من سدائين شڪي رهي ٿو تنهن کي نه هن لوڪ ۾ سک ٿو ملي ۽ نه پرلوڪ ۾ سک ٿو ملي." جنهن جي سمانتا روپي يوگ يا ڪرم ڦلن جو تياڳ ڪيو آهي ۽ گيان جي ڪري جنهن جا شڪ نورت ٿي ويا آهن تنهن آتم درسيءَ کي ڪرم ٻڌنا ٻڌن. هي ڀارت! "هردي ۾ اگيان ڪان اُپجت ٿيل شنڪائون آتم گيان روپي تلوار سان ناس ڪري نشڪام ڪرم يوگ ڪر ۽ ٻڌ ڪرڻ لاءِ اُٿي کڙو ٿيءُ."

## ذات پرچ

شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته هي ارجن! "جڏهن جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ اَڌرم ڪڙو ٿئي ٿو تڏهن آءٌ ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ لاءِ اَوتار وٺان ٿو." ڪرم جي گت سمجهڻ ڏاڍي ڏکي آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن آرجن سنبادي گيان ڪرم سنياس يوگ نالي چوٿون اَڌياءُ پورو ٿيو.**

…ڪن ٿا ۽ ڪيترا وري ڪٺن ورتن رکڻ وارا يگيه ڪندڙ
…آهن. ڪيترا پراڻن کي آپان ۾ ۽ آپان کي پراڻن ۾ هومين
…ٿا يعني ساهه پساهه ۾ پساهه ساهه ۾ آرپڻ ڪن ٿا. ۽
سدائين پراڻايام ۾ رهي، پراڻ ۽ آپان جي گتيءَ کي
روڪي رکن ٿا. ٻيا جي نيم موجب کاڌو کائين ٿا سي
پراڻن ۾ پراڻ ارپڻ ڪن ٿا. اهي سڀ يگيه ڪندڙ آهن
۽ يگيه ڪري پنهنجا پاپ دور ڪن ٿا. جيڪي يگيه
جي پرساد جو امرت وٺن ٿا سي سناتن برهم کي پائين
ٿا. يگيه رهت پرش کي جڏهن هي لوڪ نٿو ملي،
تڏهن هي ڪورون ۾ سريشٽ! پرلوڪ ڪٿان ملندن ان
ريت ويدن ۾ گهڻن قسمن جا يگيه ٻڌايل آهن. اهي
سڀ ڪرم جي اپت جاڻ ۽ جي جاڻي تون موڪش کي
پائيندين. هي ارجن! پرابڪاريءَ جي ڇڱيءَ وراي...
سان ڏنل دان ۽ جي گيان سان نه ڏنل آهي نه گهڻو
ڪري هاڃي تو ڪري، ڇو جو هي پارٿ! سڀ ڪرم
گيان ۾ سمايل آهن.
اهو گيان گيانين کي نمڻ، پڇڻ، شيوا ڪرڻ سان
ملي ٿو ۽ گياني لوڪي اهو گيان ڏيندا. هي پانڊوا! جنهن
گيان کي ڄاڻي تون وري هيڙو موهه ڪين پائيندين ۽
جنهن ڪري تون سڀ جيو پاڻ ۾ ۽ مون ۾ ڏسندين…
جيڪڏهن تون سڀني پاپين ۾ ڪٽي مها پاپي هجين…
۾ ان گيان روپي ٻيڙيءَ جي ڪري تون پاپ جي سمن…
ڪان جلدي لري پار ٻوڙندين. هي ارجن! جئن ٻر…

جا ۽ نياڻي انس سو گيان روپي اَمرت ٻي ترپت ٿي
هيو آهي. اهڙو جو گياني آهي تنهن کي کڏهن بـ
كرم جو بندن كونهي نربندن آهي. جو هڪ پرميشور
كان سواءِ ٻئي كنهن كي نٿو مڃي، كنهنجي به آشـا
نٿو كري نراس ٿي سنسار جون واسنائون جنهن روكي
ڇڏيون آهن، من كي جنهن جيتي ڇڏيو آهي، جيكي
كري ٿو تنهن جو ان كي ليپ نٿو لڳي جو ايشور جي
اِڇا سان جيكي ان كي پراپت ٿيندو آهي تنهن لـي
راضي رهندو آهي. گرمي سردي ۽ هرك شوك كـان
رهت آهي ڀليءَ بريءَ وستوءَ ملڻ لـي راضي رهندو
آهي. اهڙو منش نربندن سڏجي ٿو. هي ارجن! گهٽـن
پركارن جا يگيه ٿيا. يگيه ۾ آرپڻ كيل برهم آهي، جنهن
سان آرپڻ كجي اهو به برهم آهي، جنهن اگنيءَ ۾ آرپڻ
كجي اهو به برهم آهي ۽ جو آرپڻ كري ٿو اهو پـڻ
برهم آهي. اهڙيءَ طرح برهم ٻڌيءَ سان كرم كندڙ
كي پراپت ٿيندڙ استان پڻ برهم آهي. كي يوگي ديوتائن
لاءِ يگيه كن ٿا. ٻيا برهم روپي اگنيءَ ۾ برهم روپـي
هوم سان يگيه كن ٿا. ٻيا وري اندرين روپـي اگنيءَ
۾ شبد وغيره وشين جي آهوتي ڏين ٿا. كي يوگـي
آتما ۾ ايكاگرتا روپ اگنيءَ كي گيان دوارا پركاش
كري، ان ۾ سڀني اندرين ۽ پراڻن جي كرمن جو هو
كن ٿا. كي دان جو يگيه، تپسيا جو يگيه، اشٽاڱـ
يوگ جو يگيه، شاستر ابهياس جو يگيه ۽ گيان جـو ب

جيڪو جنهن ريت منهنجو ڀڄن ڪري ٿو
تنهن جو تنهن ريت مان به ڀڄن ڪريان ٿو.
مان ته پنهنجن ڀڳتن سان اهڙو آهيان جهڙيءَ
ريت منهنجا ڀڳت مون سان آهن جي تون
ڪٿي چوين ته سڀ تنهنجو ڀڄن ڇو نٿا ڪن
۽ ديوتائن ۽ دئيتن جون پوڄائون ڇو ٿا
ڪن سو ٻڌ.

هي ارجن! ديوتائن جي پوڄا ڪري ماڻهو ڦل وٺن
ٿا ته مون کي ڇڏ ۽ ڏن لئي سو اهي ديوتا انهن جي
ڪامنا پوري ڪن ٿا ۽ اهي ديوتا پوڄا ڪرڻ ۾ راضي
ٿين ٿا تڏهن ديوتائن جي پوڄا ڪن ٿا. پر مون ۾
انهن جي شرڌا لڳندي جن جون اکيون گيان
جي ڏيئي سان پٽيل آهن ۽ جن کي هي سنسار
جو ڪارخانو ڪوڙو ڏسڻ ۾ اچي ٿو سي مون
کي سڀ ڪنهن هنڌ ڏسن ٿا ۽ انهنجي شرڌا
مون ۾ لڳي رهي ٿي. هي ارجن! هي جي چار
ورن برهمڻ، کتري، وئش ۽ شودر آهن، سي
مون ئي پيدا ڪيا آهن ۽ انهن کي ڌار ڌار ڪرڻ وارا
ڪرم مون ئي ڏنا آهن ۽ انهن چئني ورن جي ڪرمن
ڪرڻ وارو ۽ نه ڪرڻ وارو تون مون کي ڄاڻ. مونکي
ڪرم نٿا ٻڌن ۽ نه منهنجي ڪرم ڦل ۾ ڪي ڪا واسنا
آهي. اٿين جو مون کي سمجهي تو تنهنکي ڪرم نٿا ٻڌن
اٿين ... ي، اڳئين موکش چاهيندڙن ... ڪرم ڪيا

جهڙا جنهن جيو ڪرم ڪيا هوندا تهڙو ئي جنم پائيندا. هي ارجن! مان ائين نه آهيان. مان پنهنجيءَ خوشيءَ سان جنم وٺندو آهيان. منهنجو جوتي سروپ آهي. منهنجا ڪرم به اهڙائي آهن. ڪهڙا آهن؟ ڳجها آهن. جيڪي مان ڪريان ٿو سي ڪنهن کان ڪين ٿيندا. چوته نرسنگهه روپ ڌارڻ ڪري ٿنڀ مان نڪتس ۽ هرناڪش جي ڇاتي جا رڪ کان به سخت هئي سا ڏون ڳل وانگر ڦاڙي ڇڏي ۽ گوڪل جي ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ لاءِ ست ڏينهن گورڌن پهاڙ کبي هٿ جي چيچ تي جهليم ۽ جيڪي مون ڪرم ڪيا آهن سي اهڙا ڪيا اٿم جو ڪنهنجي بہ ڪرڻ جا نہ آهن. جيڪو پرش منهنجن ڪرمن ۽ جنمن کي ڄاڻي ٿو سو اَبناسي پد پر وڃي لڳ ٿئي ٿو ۽ جن کي منهنجن چرنن جي ڀڳتي ملي آهي تنجي ڳالهہ ٻڌ. اهي ڪيتي جنم ٻراڳي ٿيا آهن ۽ ڪيترائي جنم ويراڳ ورتو اٿن ۽ ڪيتي جنم ڪام ڪرود کي ڇڏي ۽ من جو مارڻ ڇڏي مون پر پڪو وشواس رکيو اٿن ۽ ڪيترائي جنم انهيءَ رات منهنجي ڀڳتي ڪندا رهندا آهن انهيءَ ڪري جن جو من شڌ ٿيو آهي تن کي منهنجي پريما ڀڳتي ملي ٿي ۽ ورب جن کي اهڙي ڀڳتي ملي آهي تن جي مان وار وار پر واسو ڪريان ٿو. هي ارجن! ٻيو ٻڌ.

ڏور ٿيو آهي ۽ سورج اصل کان آهي سو توهان سورج
کي اهو گيان ڪيئن ڏنو؟ سو ڪرپا ڪري مونکي
سمجهايو.

تڏهن شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ مان چوڻ لڳو ته:
هي ارجن! تنهنجي ۽ منهنجي گهڻا ڄمرا سنگت ٿي آهي
مان تنهنجن ۽ پنهنجن سڀني جنمن کي ڄاڻان ٿو پر تون
نٿو ڄاڻين. مان ڪهڙو آهيان؟ جنم مرڻ کان پري
آهيان، اوناسي آهيان ۽ سڀني جي آتما
آهيان، سڀني ڀوتن پراڻين جو ايشور آهيان.
مان ڪهڙو آهيان جو پنهنجيءَ اڇا سان مايا جو پاڇو
وٺي جنم وٺان ٿو. سو پاڇو ڇا آهي؟ جيئن ڪوئي راجا
پنهنجو ويس لاهي ٻيو پائي ۽ ان کي ڪوبه نه سڃاڻي
تيئن ٿي مان جنم وٺي سنسار ۾ اچان ٿو. هي ارجن! مان
ديهه ڌاري نه آهيان، ديهه کان پري آهيان. منهنجي
آتما سون جهڙي آهي. هي ارجن! مان جنم ڪيئن
وٺندو آهيان ۽ ڇا جي لاءِ وٺندو آهيان سو ٻڌ. جڏهن
جڏهن ڌرم ناس ٿيندو آهي ۽ اڌرم ڌرم
کي ميٽي ڇڏيندو آهي، تڏهن مان ڌرم
استاپن ڪرڻ واسطي جنم وٺندو آهيان ۽ پاپين
کي ناس ڪندو آهيان ۽ ڀڳتن جي رکيا ڪندو
آهيان. منهنجا جنم ۽ ڪرم نرمل آهن. سو نرمل ڇاکي
ٿا چئجي؟ جيئن ٻيا ديهه ڌاري ٻيرج ۽ رڪت مان
پيدا ٿين ٿا تيئن منهنجي اهڙي ديهه نه آهي
جيئن ٻيا ڪرمن جي ٻنڌن ڪري ديهه وٺن ٿا ارٿات

# اڌياءُ چوٿون

## ( ڪرم يوڳ )

شري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي چوڻ لڳو ته هي ارجن!



مون جيڪو گيان توکي ٻڌايو آهي سو ڀڳوان مون سورج کي ٻڌايو هو. سو هي يوڳ ابناسي آهي ۽ سورج پنهنجي پٽ منوءَ کي ٻڌايو هو ۽ منوءَ اکيه واڪ کي ٻڌايو هو. هي يوڳ گيان اصل کان هليو ٿو اچي. انهيءَ کي راج رشي ڄاڻن ٿا ۽ انهيءَ کي سمجهي راج ڪن ٿا ۽ پرم پد کي پراپت ڪن ٿا. **جنهنکي نه آئي جي خوشي ۽ نه وئي جو دک آهي سوئي يوگي آهي.** سو هي ارجن! انهيءَ يوڳ کي گهڻا جڳ گذري ويا آهن. توکي اهوئي پراچين يوڳ ٿو ٻڌايان، توکي انهيءَ لاءِ ٿو ٻڌايان ته تون منهنجو ڀڳت آهين ۽ منهنجو پريتم آهين سو تون ڏيان ڏيئي ٻڌ. **جو پدارٿ اچي تنهنجي خوشي نه ڪجي ۽ جي وڃي ته اُنجو دک نه ڪجي هڪ جهڙو ٿي رهجي.**

ارجن چيو ته هي پربو! توهانجو جنم ته هاڻي واسديو جي

شيش ناڳ جي سيڄا تي ستل هو، لڇميءَ وٽني پير مهٽيس. اتي ڌرمراءِ ڊنڊوت ڪري وينتي ڪرڻ لڳو ته هي ٽنهي لوڪن جا سوامي! جن پرشن جنم کان وٺي ڪو به پڇ نه ڪيو آهي تن کي توهان جا گڻ ورڻن ٿي چاڙهي وئڪنٺ ڏي وٺي ويا آهن. هي پريو! هاڻي آگيا ڏيو ته اهو ڏنڊ ڪنهنکي ڏيان. تڏهن شري نارائڻ ڏاڍو خوش ٿي چوڻ لڳو ته هي ڌرمراءِ! تون ڏکي نه ٿيءُ. مان توکي هڪ ڳالهه ٻڌايان ٿو سا تون ٻڌ. اهي پاپي جيو جيڪي هئا تن جو اڳيون ڄمر اچي پرگهٽ ٿيو آهي انهيءَ ڌرم ڪري اهي پاپي وئڪنٺ ۾ آيا آهن. هڪ ٻي آگيا توکي ڏيان ٿو ته جيڪي پرش گيتا جو پاٺ ڪندا يا ٻڌندا يا پاٺ جو ڦل ڏيندا انهن کي تون نرڪ ۾ نه آڻج. اها منهنجي توکي آگيا آهي؛ ايترو ٻڌي ڌرمراءِ پنهنجي پريءَ ڏي هليو ويو؛ پنهنجن سيني ڏوتن کي سڏي چوڻ لڳو ته جيڪو پرش گيتا جو پاٺ ڪري يا ٻڌي يا پاٺ جو ڦل ڪنهن کي ڏئي ته انهيءَ جيو کي نرڪ ۾ نه آڻجو ڇو ته گيتا جو پاٺ ڪرڻ يا ٻڌڻ ڪري سيئي پاپي جيو جيڪي آهن سي مڪتيءَ کي پراپت ٿين ٿا.

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! اهو گيتا جي ٽئين اَڌياءَ جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي ٽئين آڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.

سڀ پُٽ مڪتيءَ کي پراپت ٿيندا. پوءِ ماءُ کان آگيا
وٺي گيا ڏي وڃڻ لڳو. وات تي پرياگ راج جو درشن
ڪري ۽ سنان ڪري اڳتي روانو ٿيو. رستي تي هڪڙي
وڻ جي هيٺان وڃي ويهو. اُتي هن کي ڏاڍو ڍُڪ ٿيو
۽ هي اهوئي ساڳيو وڻ هو جتي سندس پيءُ پُوٽ جي
جُوڻ ۾ هو. ڇوڪري گيتا جي ٽئين اڌياءَ جو پاٺ جو
روز ڪندو هو سو ڪرڻ لڳو. سندس پيءُ وڻ جي
ٻاڙ ۾ ويهي گيتا جو ٽيون اڌياءُ ٻڌو. اها ڇوڪري
پڙهي پورو مس ڪيو ته سندس پيءُ جي ديهه ڇٽي ۽
ديوتا جي ديهه پائي وڃان ۾ چڙهي هن جي سامهون
آيو ۽ اچي آشيرواد ڏنائينس ۽ چوڻ لڳس ته هي پٽ!
مان تنهنجو پيءُ آهيان جو مان پوت جي جوڻ ۾ هوس،
پر اِنهيءَ تنهنجي گيتا جي پاٺ ٻڌڻ ڪري مونکي
هيءَ ديهه ملي آهي. هاڻي سرڳ پريءَ ڏي ٿو وڃان.
اِترو ٻڌي ڇوڪرو چوڻ لڳو ته هي پتا! ڪجهه آگيا ڪريو
ته مان توهانجي شيوا ڪريان. تڏهن پٽس چيو ته "هي
پٽ! مون ڏنو آهي ته اسان جا پتر نرڪ ۾ دکي آهن
تنهن ڪري تون گيتا جو ٽيون اڌياءُ پڙهي تنهن جو ڦل
انهن کي ڏي." اِترو چئي هو سرڳ ڏي هليو ويو.
پوءِ هن ڇوڪري اِيئي گيتا جي ٽئين اڌياءَ جو پاٺ
ڪري تنهن جو ڦل پِترن کي ڏنو. ان تي سندس سڀ پتر
سرڳ ڏي ويا. تڏهن جم جا دوت ڌرمراءِ وٽ وڃي
پڪار ڪئي. اِترو ٻڌي ڌرمراءِ نارائڻ وٽ ويو. نارائڻ

# * ٽئين آڌياءَ جو مهاتم *

شري ناراين چوي ٿو ته هي لڇمي! هڪڙو شودر
ان پر رهندو هو. پاڻ ڪري ڏهٽي مايا ميڙيائين. پاپ
جي مايا انهن ني هلي ويس پوءِ هو ماڻهن کان پڇڻ
لڳو ته ڪا اهڙي جاءِ ڏسيو جتي ڌن هجي ۽ مان وڃي
ڪڍي اچان. تڏهن هڪڙي چيس ته چوري ڪر ته لوڪن
ڌن هٿ لڳي. سو اهو شودر پوءِ چوري ڪرڻ لڳو.
هڪڙي ڏينهن چوري ڪرڻ ويو ته رستي تي ٻن چورن
ماري ڇڏيس. پوءِ اهو شودر ديهه ڇڏي وڃي پريت
جي ديهه ۾ جنم ورتو ۽ هڪڙي وڏي وڻ ۾ واسو
ڪيائين ۽ ڏاڍو دکي ٿيو. اهڙيءَ طرح گهڻا ڏينهن
گذري ويس. سندس پٽ وڏو ٿيو ۽ هڪڙي ڏينهن
ماءُ کان پڇيائين ته منهنجو پيءُ ڪهڙو ڪم ڪندو هو؟
۽ سندس موت ڪيئن ٿيو؟ تڏهن ماڻس چيس ته تنهنجو
پيءُ پاپ ڪري مايا آڻيندو هو. هڪڙي ڏينهن ڌن
جي لالچ ڪري چوري ڪرڻ لاءِ ويو ته رستي ۾ ڪن
چورن ماري وڌس. تڏهن ڇوڪري چيو ته هي
ماتا! هنجو ڪريا ڪرم ضرور ڪرڻ گهرجي. انهن ڇڏي
هن هڪڙي پنڊت کي پڇايو ته منهنجو پتا هن وڏيءَ
ڪري مري ويو آهي. توهان انهيءَ وڏيءَ جو ڪريا
ڪرم پڇايو ته ڇا ڪرڻ گهرجي؟ تڏهن پنڊت چيو ته
گيا جي وڃ ۽ اتي وڃي ڪريا ڪرم ڪراءِ ته تنهنجا

اندرين کان وڌي من ۽ چت کي وس ڪر. اهي پاپ
روپ آهن. گيان ۽ وگيان انهن ٻنهي کي ناس ڪرڻ
وارا آهن. جنهن ڪري اندريون سرجيت آهن سو ٻڌ.
هيءَ ديهه جڙ آهي، انهيءَ ۾ چيتن سروپ اندريون آهن.
اندرين کان پري من آهي، من ڪري اندريون سرجيت
آهن، من کان پري ٻڌ آهي ۽ ٻڌ کان پري آتما آهي.
ان ريت هي مهاٻاهو! ٻڌيءَ کان سريشٽ آتما کي ڄاڻ
۽ من کي استر ڪري ڏاڍن ڏاڪڙن سان جيتجي، اهڙيءَ
طرح هن **ڪام ۽ ڪروڌ روپي شرير کي مار.**

## تات پرج

شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته هي ارجن! تون ڦل
جي اڇا ڇڏي پرميشور جي پراپتيءَ لاءِ شڀ ڪرم ڪر.

پنهنجي ڌرم ۾ مرڻ به ڀلو آهي، پر پرائو ڌرم نرڪ
ڏيڻ وارو آهي. ڪام ڪروڌ روپي ٻن دشمن کي
مارجي جو اهي درگتيءَ جو ڪارڻ آهن.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن
سنباد سانکيه يوگ، جو ٽيون اڌياءُ پورو ٿيو.**

مڙدي وانگر سمجهي ٿوي ٿو، اهو پنهنجي استريءَ سان سنجوڳ ڪرڻ جو ڦل آهي. پوءِ جڏهن سنتان اُتپت ٿئي ٿي تڏهن موه ۾ ڦاسي ٿو ۽ جنم مرڻ جي بندن ۾ اچي ٿو ۽ جي پرائي استريءَ سان سنگ ڪيائين ته بدنامي ٿيندس ۽ راجا جي ڏنڊ هيٺ ايندو ۽ جا ملڪيت هوندس اها به کسي وينديس ۽ پرلوڪ جا به ڏک سهڻا پوندس ۽ جم جا به موچڙا کائڻا پوندس. اهي ڪام جا لڇڻ آهن. هاڻي **ڪروڌ جا لڇڻ ٻڌ**. اهنڪار جي ڪري جو اندر ٿيو آهي ۽ پئسي جي واسطي ڪنهن کي ماريائين يا ڪنهن کي ڏک ڏنائين ته راجا پڪڙي سزا يا ڏنڊ ڏيندس ۽ ملڪيت به کسي وٺندس ۽ پرلوڪ ۾ به جم جا ڏک سهڻا پوندس. اهي ڪروڌ جا لڇڻ آهن.

هي ارجن! ڪام ڪروڌ اهي ٻئي وڏو ڏيندڙ آهن ۽ هر هر لوڪن کي پيا ڀرمائين. اهي ڪهڙا آهن؟ اهي ٻئي پاپ روپ آهن ۽ اصل نيچ آهن اهي سدائين ماڻهن کي پيا لڪين جيئن چور پنهنجو چوريءَ جو سامان لڪيندو رهندو آهي ته گهر جي مالڪ کي نند اچي ته مان وڃي چوري ڪريان. جيئن باهه ۾ دونهون ۽ آرسيءَ کي ميل لڳي تيئن انهن ٻنهي منهنجي گيان کي روڪيو آهي. هي سدائين گڏ جا دشمن آهن. اندرين من ۽ بڌ انهن ۾ ڪام جو واسو آهي انهيءَ ڪري هي ارجن! پهريائين تون اندرين کي وس ڪر.

وچن، ارجن ٻڌي چوڻ لڳو تہ جادؤ ناٿ! انهيءَ ڳالهہ کي سڀ ڄاڻن ٿا تہ پاپ ڪرڻ مان دکہ ٿئي ٿو، هي ڀريو! هن جيو ڪان پاپ ڪير ٿو ڪرائي؟ اِهـا ڳالهہ ديا پالي مونکي ٻڌايو. تڏهن شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي ارجن! ڪام ڪروڌ اهـي ٻئي رجي گڻ مـان پيدا ٿين ٿا. انهنجو ڪاڌو بہ گهڻو آهي، انهنکي ڪڏهن بہ ڍءُ نٿو ٿئي ۽ هي پاپ روپ آهن ۽ اهي ٻئي ماڻهوءَ جا دشمن آهن اهي ٻئي ٻڌيءَ ڪري ماڻهوءَ ڪان پاپ ڪرائين ٿا. ارجن چوي ٿو تہ هي ڀريو! ديا پالي اچا بہ ڪولي ٻڌايو تہ انهن جو جنم ڪهڙي ريت ٿو ٿئي؟ ۽ انهن جي آلما ڪير آهي؟ ۽ انهن جو آچار ڇا آهي؟ تڏهن شري ڪرشن ڀڳوان چـوڻ لڳو تہ هي ارجن! ٻڌ، اِندريون ۽ من اهي انهن جي رهڻ جون جايون آهن. سرڪيم روپ رکي هن ديهہ ۾ رهن ٿا اهو انهنجو استان چيم. هاڻي سندن اُنپت ٻڌ. چڱي ڪائڻ ڪري، خوشبوءِ وٺڻ ۽ چڱن ڪپڙن پهرڻ مان ڪام اُنپت ٿئي ٿو. هاڻـي ڪروڌ بابت ٻڌ. آهنڪار يا ايمان ڪرڻ تہ مهنجي برابر ٻيو ڪوهي انهيءَ مان ڪروڌ اُنپت ٿئي ٿو. هرکہ يا خوشي انهيءَ مان ڪام اُنپت ٿئي ٿو. جڏهن پرهنجي استريءَ سان سنجوڳ ڪيائين ۽ بيرج ويو تڏهن

آتمائن جو ايشور. اهڙو ايشور جو مان آهيان، تنهن ۾
تون وشواس رک ۽ ڪنهن ۾ ڦل جي آشا نه رک ۽ نڪا
چنتا ڪر. **هي ارجن! هاڻي اُٿي يڌ ڪر.**
هي جيڪو رستو مون توکي ٻڌايو آهي سو تون انهيءَ
رستي کي چڱيءَ طرح ويچار ته پوءِ مونکي تون ڪنهن
۾ ويچار کان سواءِ اچي ملندين ۽ جيڪي انهيءَ رستي
کي نٿا مڃين ۽ اُلٽو نندا ڪن ٿا سي ڪهڙا آهن؟
اهي اگياني موڙهه مت ۽ مها مورک آهن.“ هي ارجن!
هاڻي ٻيو ٻڌ. جنهن سڀاءَ وارو جيو مايا پيدا ڪيو آهي
انهيءَ کان اهڙائي ڪرم ٿيندا آهن. **سڀ
ڀوت پراڻي سڀاو جي وس آهن، سڀاو ڪنهن
جي وس نه آهي. اِها ڳالهه جاڻي ڪنهنکي
۾ چڱو يا مندو نه چئجي. ڪو چڱو ڪري ڪو
مندو ڪري سڀ سان هڪ جهڙو ٿي رهجي
۽ سنسار جو تماشو ڏسجي. انهيءَ ڪري
سدائين شانت پد ۾ رهجي.** هي ارجن! ٻيو
ٻڌ. **پنهنجي ڌرم تي اڻ پورو ٿي هلڻ، پرائي
ڌرم تي پوري هلڻ کان چڱو آهي. پنهنجي
ڌرم ۾ مرڻ به ڀلو آهي پر پرائو ڌرم نرڪ
ڏيڻهارو آهي.** شري ڪرشن ڀڳوان جا اهي

آهي. تنهن ڪري پوڄا جي سڪ لاءِ ست ڪرم ڪريان
ٿو. اِهيءَ ڪري جيڪي گياني آهن تن کي گهرجي تہ
لوڪن جي ڪلياڻ لاءِ ست ڪرم ڪن تہ جي بندي ڌ
مڪتيءَ کي پراپت ٿيندي سنساري لوڪن کي انهن
بہ نہ چون تہ ست ڪرم ڪرڻ ۾ ڪوئي لاڀ ڪونهي
۽ ست ڪرمن جي گلا بہ نہ ڪن ڇو تہ لوڪ انهيءَ ڪري
مڪتيءَ کي پراپت نہ ٿيندا. جيڪڏهن ست ڪرم ڪرڻ
ڇڏي ڏيندا تہ ست ڪرم ناس ٿي ويندا. هي ارجن!
ٻيو ٻڌ. لوڪن کان جي ست اَست ڪرم ٿين ٿا سي
اِندرين من مايا ۽ سڀاءَ مان پيدا ٿين ٿا. اَهنڪار جي
ڪري ماڻهو چون ٿا تہ هي ڪم اسان ڪيو. هي ارجن!
اهڙن گڻن ۽ ڪرمن ڪري جو ڦل آهي سو ٻڌ. هيءَ
ديهہ ۽ اِندريون، جهڙا انهن جا سڀاءَ آهن تهڙا انهن کان
ڪم ٿيندا آهن ۽ آتما انهن جي ساکي آهي ۽ ڪجهہ
ڪري نٿو، ايترو ڄاڻي هي ارجن! تون سڀ کان ٻري
رهہ. هاڻي ٻيو ٻڌ. ڀاؤ ۽ اڀاؤ ڪري ٻريوءَ کي ياد ڪر
۽ پوءِ ڪوبہ دک سک تنهنجي وجهو نہ ايندو. هيءَ جا
آتما آهي سا سرووياپڪ آهي. **ٻريوءَ جي چرڻن ۾**
**ڌيان رکو ۽ ڪابہ آس نہ رکو.** "جو هيءَ گيان نٿو
مڃي تنهن کي تون نيچ ٻڌيءَ وارو ڪري ڄاڻ." هي
ارجن! تون پنهنجا سڀ ڪرم مون ۾ ارپڻ ڪر. جيترا
ديهہ ڌاري آتمائون آهن تن جو ايشور مان آهيان. انهيءَ
ڪري منهنجو نالو اَڌياتم آهي. اڌياتم چتي سڀني

ٻارڻ مڪتيءَ کي پراپت ٿيا ۽ ٻيا لوڪ نہ ٿيا تہ ان لاءِ
گيانوانن کي گهرجي تہ ٻارڻ شڀ ڪرم ڪرڻ نہ ڇڏين.
ڇو تہ ٻيا لوڪ بہ هنن کي چڱا ڪرم ڪندو ڏسي ٻارڻ
بہ ڪندا. جيڪڏهن گيانوان شڀ ڪرم ڪرڻ ڇڏي
ڏيندا تہ ٻيا لوڪ بہ ڇڏي ڏيندا. پرءِ جيئن ٻين پکين
۽ پسن جون جوٽيون آهن تئن منش جو جنم بہ انهن
وانگر ٿي پوندو. تنهنڪري گيانوانن کي گهرجي تہ شڀ
ڪرم ڪندا رهن. هي ارجن! مونکي ڏس! مان جو
ٽنهي لوڪن جو سوامي آهيان. مونکي ڪنهن بہ ڪرم ڪرڻ
جو ضرور نہ آهي، تڏهن بہ مان لوڪن جي ڀلائيءَ لاءِ
سنان، سنڌيا گايتري آد ڪرم ڪريان ٿو، گئو برهمڻ ۽
ماتا پتا جي سيوا ڪريان ٿو. ڪيول لوڪن جي ست
ڪرم سکڻ لاءِ ئي ڪريان ٿو. جيڪڏهن مان آلس
ڪري ست ڪرم ڪرڻ ڇڏي ويهي رهندس تہ مون
کي ڏسي ٻيا لوڪ بہ ست ڪرم ڪرڻ ڇڏي ويهي
رهندا. جا ريت مان هلان ٿو سا ريت ٻيا لوڪ بہ جيڪڏهن
هلندا تہ مڪتيءَ کي پراپت ٿيندا. هي ارجن! جيڪڏهن
تون چوين ٿو تہ ٻين لوڪن لاءِ ڪرم ڪرڻ جو جنجال
ڇو ٿو رکين ۽ ٻين لوڪن سان تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي
تہ انهيءَ لاءِ ٻڌ. هي ارجن! جي لوڪ ناراڻ جو روپ
آهن، جڏهن انهن جا شڀ ڪرم ڪرڻ ناس ٿي ويندا،
تڏهن ماڻهو بہ پسن وانگر ٿيندا ۽ منش مذهبي پرجا
آهن ... جي ناس ٿيڻ ڪري منهنجو ئي ناس ٿيڻ

ميلاپ ڪري ديھہ پيدا ٿئي ٿي ۽ اُن جي اُتپت پرسات مان ٿئي ٿي. پرسات يگيہ ڪرڻ ڪري ٿئي ٿي. يگيہ ڪرم ڪرڻ سان ٿئي ٿو. يگيہ ڪرڻ جي وڌي ويدن مان معلوم ٿئي ٿي ۽ ويد اپار برهم پرميشور وشنوءَ مان پيدا ٿيل آهن. انهيءَ ڪري سڀ ۾ وياپڪ برهم سدائين يگيہ ۾ وينل ڄاڻ. جنهن جي شيوا ڪرڻ ڪري سنسار جو ڪلياڻ ٿئي ٿو سو اهڙي آنند روپ اپار برهم کي جي نتا پوڄين ۽ پنهنجي اندرين جي سک لاءِ پوڄن ڪن ٿا تن جو جيئڻ اجايو آهي. جن جي پريت آتما سان آهي پريت ڪلياڻ ڪاري آهي ۽ اهي آتما مان لاڀ پراپت ڪري آنند ۾ وينا آهن. تن کي ڪوئي ڪرم ڪرڻ نہ گهرجي ۽ تن کي ڪنهن بہ شيءِ ۽ اَشيءِ ڪرم ڪرڻ جو ڦل نٿو ملي. جي ڪرم نہ ڪندا تہ اُنهن کي پاپ ڪونهي ۽ جي ڪندا تہ انهن کي پُنج ڪونهي. جي آتما جا شيوادار آهن تن کي سنساري ماڻهن مان ڪو لاڀ ڪونهي. هي ارجن! ٻيا ڪرم ڇڏ، سنان ڪرڻ کان وٺي سڀ ڪرم جي آهن تن کي ڇڏڻ نہ گهرجن. جيڪي سڀ ڪرم ڪن ٿا ۽ ڦل نٿا گهرن سي اپار برهم کي وڃي پراپت ڪن ٿا. هي ارجن! سڀ ڪرم ڪرڻ ڪري راجا جنڪ ۽ ٻيا جنم مرڻ جي بندن کان ڇٽي ويا. **اُنهيءَ ڪري سنسار جي موڪيہ لاءِ شيءِ ڪرم ڪرڻ گهرجن.** جيڪي ڪرم گياني ڪن ٿا تن کي ڏسي من ٻيا لوڪ بہ ڪن. جيڪڏهن گياني

برهما لوڪن کي آڳيا ڪئي ته جڳت جي سامگريءَ
سان جڳت جي ڀڳوان جي استتي ڪريو ۽ ان جي نمت
يگيه به ڪريو ۽ سڀ ديوتائون جي ڀڳوان جا انگ آهن
تن کي به پوڄيو ۽ جيڪا آس ڪندؤ اها آس توهان
جي ديوتائون پوري ڪندا. تنهڪري ماڻهو ديوتائن
کي پوڄڻ لڳا. هي ارجن! ديوتائون ڦل ڏيڻ لاءِ سمرٿ
آهن. ماڻهن جو ڪلياڻ ديوتائن مان آهي ۽ ديوتائن
جو ڪلياڻ ماڻهن مان آهي. جيڪو مڻش ديوتائن جي
پوڄه لڳائڻ کان سواءِ پاڻ پوڄن کائي ته سو ديوتائن جو
چور آهي ۽ جيڪو مڻش مون کي پوڄه لڳائي ۽ منهنجو
پرشاد ڪري پوڄن کائي تو سو سڀني اپادين کان ٻري
آهي ۽ جيڪو مون کي پوڄه لڳائي پرشاد ڪري
منهنجو پوڄن نٿو کائي سو سڀني پاپن کي پوڄي ٿو.
اهو ڪيترن پاپن کي پائي ٿو سو ٻڌ. جيڪي جيؤ پيدا
ڪندي مٽا آهن ۽ جيڪي چڪيءَ ۾ مٽا آهن ۽
جيڪي اکريءَ سان مٽا آهن ۽ جيڪي چلهي ۾ مٽا آهن
۽ جيڪي درياهه جي ڇولين سان مٽا آهن تن سڀني
جو پاپ انهيءَ ني آهي. هي ارجن! پرميشور جي
پوڄا ڪري جو لاڀ هن سنسار ۾ ٿئي ٿو سو ٻڌ.
جيڪي ڏيهه ڏاري پوت پراڻي آهن تن سڀني جو
گذران ان ني آهي. ٻهرپانين هي مڻش ان کائي ته ان
مان ٻيرج پيدا ٿئي ٿو ۽ اندرين جي ان کائين ٿيون
تنهن مان رڪٿ پيدا ٿئي ٿو. رڪٿ ۽ ٻيرج جي

هيءَ مايا جي پيدا ڪيل ڇا ڏيهه، آهي تنهن جي وس ڪجهه به نه آهي. هيءَ مايا جي وس آهي. هي ارجن! جي جوڳي ۽ بيراڳي آهن تن جي ڳالهه ٻڌ جن ٻاهريون اندريون روڪيون آهن ۽ پدم آسڻ لائي ويٺا آهن پر من ۾ ڀوڳن جي ڪامنا رکي ويٺا آهن. ارٿانت:- اُئين پيا چون ته ڪجهه هجي ته کائجي، سو اهڙا جي جوڳي آهن سي پاکنڊي آهن. پر جيڪي اُتم آهن تنجي ڳالهه ٻڌ. اهي ڪهڙا آهن؟ جن جون ٻاهريون اندريون سڀ ڪرم ڀيون ڪن ۾ من جي ورتي مون ۾ آڻن، اهي اُتم آهن. انهيءَ سبب ڪري هي ارجن! **تون ڪنري آهين. يڏ ڪرڻ تنهنجو ڌرم آهي.** تون اندرين جي ڪري يڏ ڪر ۽ من جي ورتي مون ۾ رکه. هي ارجن! ڪرم جي نه ڪرڻ کان ڪرم جو ڪرڻ سريشٽ آهي. جيڪڏهن ڪرم نه ڪندين ته تنهنجي شرير جي پالنا به ڪانه ٿي سگهندي.

هي ارجن جوڳ روپ جو مان ڀڳوان آهيان سو جي مدهنجي لاءِ ڪرم ڪن ٿا سي ڪنهن به ٻڌن ۾ نٿا ڦاسن. تنهن ڪري هي ارجن! تون مدهنجو چيو مڃي **ڪرم ڪر ۽ ڦل جي اِڇا نه رکه** ۽ جي لوڪ ڀڳوان جي جوڳ رستي پوڄا ڪن ٿا تن جو ورڻن ٻڌ. جڏهن برهما سنسار کي پيدا ڪيو تڏهن جڳت کي اُهي پيدا ڪيائين ۽ جڳت جي سامگري اُهي پيدا ڪيائين.

# اڌياءِ ٽيون

## (ڪرم يوگ)

اَرجن شري ڪرشن ڀڳوان کي چوڻ لڳو هي جناردن!



هي ڪيشوُ! جڏهن تون ڪرم کان گيان کي اتم سمجهين ٿو ته پوءِ مون کي هن ڀَڌ روپي گهور ڪرم ۾ ڇو ٿو لڳائين؟ اهڙن مليل وچنن ڪري تو منهنجي مت مونجهائي ڇڏي آهي ان لاءِ هي پريو! مون کي هڪڙي ڳالهه ٻڌاءِ جنهن ۾ منهنجو ڪلياڻ ٿئي. اَرجن جا اهي وچن ٻڌي شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ مان چوڻ لڳو ته هي پاپن کان بري ارجن! جيڪو مون پهريائين لوڪن کي گيان ڏنو آهي تنهن گيان سان تون جڙ ۽ اهو جڙڻ ڇا آهي؟ هي ارجن! جيڪو ڪٿي ست ڪرم جو تياڳ ڪري ۽ ڪجهه به اڌم نه ڪري ۽ چوي ته مان نهڪرمي ۽ سنياسي آهيان، سو نه هو نهڪرمي آهي ۽ نه سنياسي آهي. جيڪي ديهه ڌاري آهن سي هڪ پل به ڪرمن کان بري نه آهن. جڏهن ماتا جي پيٽ ۾ آيو [illegible] هن متو، تيستائين هي ڪرمن کان بري نه آهي.

وڏي ڏائڻ تي پئي. ڪيهن ٻه سهٽي ٻار ڪي ڏسندي هئي ته اُن ڪي کائي ويندي هئي ۽ هيءُ شيئهن اڳئين جنم ۾ ماري هو. هڪ ڏينهن ماري جهنگ ۾ ويو ۽ هيءَ ڏائڻ بہ جهنگ ۾ ويئي ۽ اُن ماريءَ ڪي کائي ڇڏيائين. اهو ماري هتي اچي شيئهن ٿيو ۽ ڏائڻ اچي ٻڪري ٿي! شيئهن ڪي اڳئين جنم جي خبر هئي انهيءَ ڪري شيئهن ٻڪريءَ ڪي ڏسي وٺي ڀڳو، چو ته هن سمجهو ته شايد هاڻي بہ مونکي کائڻ آئي آهي.

تڏهن ٻڪرار چيو ته هي سوامي! ڪو اُپاءُ بہ آهي جنهنڪري اسين ٽيئي هن نيچ جنم کان ڇٽون؟

تڏهن ٻال برهمچاريءَ چيو ته مان ٽنهي جو اُپاءُ ڪريان ٿو. هڪ جبل جي چوٽي ۾ هڪ پٿر ڏٺم ان جي مٿان شري گيتا جو ٻيو آڌياءُ لکيو پيو هيو. هاڻي مان توهان ڪي گيتا جو ٻيو اڌياءُ ٻڌايان ٿو. ٻال برهمچاريءَ اُها گيتا جي ٻئي آڌياءَ جا آکر ٻڌائي بس ڪيا ته آڪاش مان ووان آيا ۽ سڀني ڪي چاڙهي وٺي ويا. نيچ ديهي ڇڏي ديوتائن جي ديهي پاتائون ۽ ديو سسرما بہ اهو ٻڌي وڪنٺ ۾ ويو.

سري نارائڻ ٿو چوي ته هي لڇمي! جيڪو ماڻهو گيتا جو پاٺ ڪري ٿو يا ٻڌي ٿو سو مڪتيءَ کي پائي ٿو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ٻئي آڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

# * ٻئي اڌياءِ جو مهاتم *

شري نارائڻ چيو ته هي لڇمي! دکن ديس ۾ هڪڙو پورن نالي نگر آهي. اتي هڪڙو ديو سرما رهندو هو جو ساڌ سنگت جي سيوا ڪندو هو. هڪ ڏينهن ساڌن کي چوڻ لڳو ته هي سوامي! مون کي پرميشور جي ڀڳتيءَ جو اپديش ڏيو جنهن ڪري جنم مرڻ جي دکن کان ڇٽي پوان. تڏهن هڪڙي بال برهمچاريءَ چيو ته مان توکي گيتا جي ٻئين اڌياءَ جو پاٺ ٿو ٻڌايان جنهنجي پڙهڻ سان تنهنجي مڪتي ٿيندي. مان توکي پراڻي ڪٿا ٻڌايان ٿو، سو ٻڌ. هڪڙو ماڻهو روز بن ۾ ٻڪريون چارڻ ويندو هو؛ هڪڙيءَ جاءِ ۾ پچر ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن جڏهن سانجهيءَ جو ٻڪريون چاري گهر ٿي موٽيو تڏهن انهن ٻڪرين مان هڪ ٻڪري جا سڀ کان اڳي هئي تنهن کي هڪ شينهن ڏٺو. ٻڪريءَ کي ڏسندي ئي شينهن گجگوڙ ڪري اچي پيو. تڏهن ٻڪرار اهو حال ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو. اوچتو مان به اتي اچي ويس. تڏهن ٻڪرار مون کي ڏسي سارو حال ٻڌايو.

تڏهن بال برهمچاري چوڻ لڳو ته هي ٻڪرار! مان کي پراڻي ڪٿا ٻڌايان ٿو. سا توکي ڪن لائي ٻڌ. هيءَ ڪري آهين جنم ۾ ڏائڻ هئي وڏيءَ ذات مان هئي. تنهن هن جو مڙس مري ويو تڏهن هوءَ هيڪاري

## ڌاتُ پرچ

پيارا پاٺڪو! سيني اَڌيائن ۾ اُرڙهون اَڌياءُ مکيه ليکيو ويندو آهي مگر داس جي بُڌيءَ انوسار ڇهين گيتا جو گيان هن ڇهين اَڌياءَ ۾ سمايل آهي، شري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي استت پرڳيه يعني آدرشي انسان جا لڇڻ ٻڌائي ٿو:-

جيڪو ماڻهو پنهنجي من ۾ پيدا ٿيل سڀني شين ۽ اُنهن ڪامنائن کي ڇڏي ٿو ۽ نج آتم آنند ۾ مگن رهي ٿو، جو دکن اچڻ ڪري اُداس نٿو ٿئي ۽ سکن ۾ ڦاسي نٿو، جيڪو ڪنهن ۾ به پريت نٿو رکي، ڪنهن کان ڀؤ نٿو ۽ ڪنهن تي به ڪروڌ نٿو ڪري، جيڪو اُسنگر ورتيءَ سان رهي ٿو ۽ شين جي واکاڻ ۽ اُنهن جي نندا نٿو ڪري جيڪو پنهنجي سيني اندرين (نڪ، جيڀ، اکيون، ڪل، ڪن، واڻي ۽ من) کي اُنهن جي ڀوڳن کي هٽائي ٿو، ان جي بُڌي اُستر ٿيل آهي.

**جنهن من وس نا تنهن نا بُڌي،**

**ٻڌي بن ڀاونا نائهه،**

**ڀاونا بن شانتي نه ڪا،**

**شانتي بنا سک ڪاٿهه.**

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن آرجن سنباد سانکيه يوگ جو ڇهون آڌياءُ پورو ٿيو.**

تنهنڪري هي ارجن! تون ڀرپائين اندرين کي وس ڪر. جن اندرين کي وس ڪيو آهي تن جي بدي اچل جاڻ. هي ارجن ٻيو ٻڌ. سڀ پراڻي جنهن کي رات سمجهي رهيا آهن، جتيندر پرش ان ۾ جاڳي پيو ۽ جنهن ۾ سڀ جيو جاڳي پيا، اها وويڪي پرش لاءِ رات آهي. جئن سمنڊ چوطرف ڀرپور هوندي منجهس نديون پوڻ ڪري ۾ گمڀير ٿي رهي ٿو ۽ پنهنجي مريادا کي نٿو ڇڏي، اهڙيءَ ريت جيڪو ماڻهو وشيه ڀوڳ ڀوڳيندي ۾ پنهنجي ڌرم مريادا جو تياڳ نٿو ڪري (آرتانت ڌرم جي حدن اندر ٿيو رهي ٿو) ان کي شانتي پراپت ٿئي ٿي.

جيڪو ماڻهو پنهنجي من ۾ رهڻ وارين سوارٿ جي ڪامنائن کي ڇڏي ٿو، اڇا رهت ٿئي ٿو "مان ۽ منهنجو" انهيءَ اهنڪار ۽ ممتا جي جار ۾ نٿو ڦاسي، گهمنڊ ڇڏي ٿو سمبنڌين جي موهه کي دور ڪري ٿو ۽ انهيءَ آسڪر ورتيءَ سان جڳت جا سڀ وهنوار ڪري ٿو، ان کي ئي شانتي ملي ٿي.

هي ارجن! برهم پراپت ٿيل برهم روپ بڻيل ماڻهوءَ جي اها حالت آهي. هڪ دفعو اها استٿي پراپت ٿي ته پوءِ ان کي ڪڏهن ۾ موهه نٿو ٿئي. "جيڪڏهن ڪنهن کي اها استٿي مرڻ جي وقت ۾ پراپت ٿئي ته به ان کي برهم نرواڻ آرتانت موڪش ملي ٿو."

**سنگ نه ڪندا آهن ۽ نه موٽڪان سواءِ ڪا ٻي ڳالهه ڪندا آهن.** منهنجن ڀڳتن کي منهنجي اهـا آگيا آهي ته منهنجي نالي کان سواءِ ٻي ڪا به ڪامنا نه رکو ۽ جنهن من جو ڀڪو نسچو موهن ۾ آهي تن تي مان ڪرپا ڪريان ٿو. ڪهڙي ڪرپا ڪريان ٿو؟ سنسار ۾ جيڪي دک آهن تن کان انهن کي ڇڏايان ٿو. **هاڻي جن جي ناستڪ ٻڌي آهي تن جي ڳالهه ٻڌ.**

هي اَرجن! ناستڪ ٻڌي ڇاکي چوندا آهن؟ **پرميشور ڪٿي آهي ۽ ڪنهن ڏٺو آهي؟ جن جو اهڙو خيال آهي تن جي شردا موهن ۾ ڪٿي لڳي.** موهن ۾ ڌيان رکڻ کانسواءِ وري اُنهنکي ڪو به سک پراپت نٿو ٿئي. اَهڙا جي اَگياني جيو آهن، سي سدائين دکي آهن. جيڪي اِندرين جي ڀوڳن ۾ ڦاٿل آهن تن کي ڪو به سک پراپت نٿو ٿئي. جهڙيءَ طرح ٻيڙي نديءَ جي پار ويندي آهي ۽ جڏهن وچ تي وڃي پهچندي آهي تڏهن طوفان اچي لڳي ته ٻيڙيءَ جو ڪناري تي اچڻ ڏاڍو ڪٺن ٿي پوندو آهي ۽ طوفان جي لڳڻ ڪري ٻيڙيءَ جا تختا ٽڪري ويندا آهن پوءِ جيڪي اُنهيءَ ٻيڙيءَ ۾ ماڻهو هوندا آهن سي ڏاڍا دکي ٿيندا آهن. ڪي ڪيڏانهن ته ڪي ڪيڏانهن درياه جي ڇولين ۾ هليا ويندا آهن اهڙي طرح ٻڌيءَ کي اِندرين ڏي وڃڻ ڪري ڏکا ٿا ملن.

جاڻ • ماڻهو جڏهن ڀوڳن کان نورت ٿئي ٿو تڏهن انهيءَ
کان ڀوڳ جا سڀ وشيه دور ٿيندي به ڀوڳن جي اِڇا
جيئن جو تيئن بڻي رهي ٿي. اها ڀوڳ اِڇا پرماتما جي
ديدار ٿيڻ کان پوءِ هٽي ٿي. هي اَرجن! لوڙي گياني
لوڪ اِندرين کي وس ڪرڻ لاءِ ڏاڍا جتن ڪن تا تڏهن
به اِندريون ڏاڍيون ٻلوان آهن ۽ من کي نهچل ڪرڻ
نٿيون ڏين • هي ارجن! انهن سڀني اِندرين کي

**تون پنهنجي وس ڪر. کهڙيءَ ريت وس**

**ڪر** سو ٻڌ. هي ارجن! من جو هڪو خيال مون ۾ رکه
من جي ڪري ٿي سڀ اِندريون سرجيت آهن انڪري
من هڪيءَ ريت مون ۾ رکه تہ سڀ اِندريون پاڻهي
وس ٿينديون. جنهنجي وس ۾ اِندريون آهن تن جي
ٻڌي تون نهچل ڄاڻ. جي منهنجي نالي ۽ ڌيان ڪانسواءِ
چتونا ڪن تا تن جو ڪارج بگڙي ٿو. جو ماڻهو
وشين جي ڳالهه ڪري تنهن سان سنگ ڪري يا وشين
جو من ۾ ڌيان ڪري تہ انهيءَ مان مـــن ۾ ڪام ڪان
ونئي ڪاما اٿڻ ٿيندي آهي. ڪام مـــان ڪروڌ،
ڪروڌ مان لوڀ، لوڀ مان موهه، موهه مان چيتن جو
ناس ٿئي ٿو. جڏهن چيتن جو ناس ٿئي ٿو تڏهن ٻڌي
به ناس ٿئي ٿي. پوءِ جيئن پيا پسون ۽ ڍور آهن تيئن
ٿي نہ پسونءَ جي جوڻ وانگر آهي. انهيءَ ڪري جي
...نه **ڀڳت آهن سي سنسار ۾ ماڻهو**

جنم مرڻ کان ڇڏائين ۽ منهنجي اَبناسي پد کي پراپت ڪندين. هي اَرجن! جڏهن موه روپي دلدل کي تنهنجي گيان روپي بد ڇيدي تڏهن جيڪي شاستر پڙهيا آهين ۽ جو ڦل لوڪي ملندو. شري ڪرشن ڀڳوان جا اِهي اَمرت روپي وچن ٻڌي اَرجن پڇڻ لڳو ته

**هي ڪيشوَ! سماڌيءَ ۾ جڙيل ستت پرگيه اِستر ٻڌيءَ وارو يا آدرشي ماڻهوءَ جا ڪهڙا لڇڻ آهن؟ ان جو وهنوار ڪهڙي نموني ٿئي ٿو، اهو ڪيئن ڳالهائي ٿو، ڪيئن وهي ٿو ۽ ڪيئن هلي ٿو؟** اِهو ٻڌي شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ مان چوڻ لڳو ته، هي ارجن، (١) جنهن جي ڪامنا ڪڏهن به ڳالهه ٿي نٿي اُٿي تنهن کي نهچل ٻڌيءَ وارو ڄاڻ. (٢) اهو ڪهڙو آهي؟ جو اُنهي ڏکن کي ڪو دک ڪٿي ٿئي! تڏهن به اُن جي چنتا نٿو ڪري ۽ سک جي لاءِ به ڪا اِڇا نٿو ڪري ۽ ڪڏهن سان به موهه نٿو رکي، پيه کان رهت آهي ۽ ڪڏهن ٿي به ڪاوڙ نٿو ڪري اهڙو جو پرش آهي تنهنکي نهچل ٻڌيءَ وارو ڄاڻ. (٣) جنهنجي ڪنهن سان به متر تا ڪانهي، چڱيءَ شيءِ سان هرک ۽ مندي سان شوڪ نٿو ڪري ان جي ٻڌي نهچل ڄاڻ. (٤) جيئن ڪڇون پنهنجا هٿ، پير ۽ منهن سڀ ڪٺي ڪري مغز ۾ رکي وٺندو آهي، تهڙيءَ طرح جن پنهنجون سڀ اِندريون جيتيون آهن تنکي تون نهچل ٻڌيءَ وارو

هائي ارجن! ويد جو وستار ٻڌ. هي ارجن! ويد جي
ٻڌي ۾ ٽن ڳالهين منجهه آهي. تون انهن ٽن ڳالهين کان
نيارو ٿي رهه. ڪيئن رهه؟ جتي نه گرمي آهي، نه
سردي آهي، نه جنم آهي، نه مرڻ آهي. اهڙي جا
آتما آهي سا ست سروپ ۽ نتيه آهي ۽ تون انهيءَ سان
جڙ. آتم سک ۽ اندرين جي ڀوڳن جو سک، تن جي وچ ۾
وڏو ڀيد آهي. انهيءَ جو درشٽانت ٻڌ. جيئن ڪوهه تي
وڃي ان مان ڪوشش ڪري پاڻي ڪڍجي تڏهن
پاڻي پيئڻ ۾ ايندو. پر چڱي طرح ڪوهه ۾ اشنان ڪرڻ ۾
نه ايندو ۽ نه ڪپڙا ڌوئڻ ۾ ايندا. پر نديءَ ۽ تلاءَ ۾
ڪپڙن ڌوئڻ، اشنان ڪرڻ ۽ پاڻي پيئڻ جو چڱيءَ طرح
ڪارج نڪري سگهندو. اهڙيءَ طرح آتما برهم سان وڃي
مليو ۽ آتما جو سک ۾ پاتائين تنهن ڪري هي ارجن!
اهڙو جو آتما جو سک آهي تون ان سان جڙ. تنهنجو ته
ڪتري ڌرم آهي تون ڪابه ڪامنا نه ڪر، تون
هار جيت سڀ هڪ برابر ڄاڻي اُٿي يڌ ڪر.
هرک شوڪ کي رهت ٿيءُ. انهيءَ کي سر ست جوڳ
چئبو آهي. پاپ پنج ٻنهي جو تياڳ ڪري آتما سان جڙ.
اهڙا گياني پرش جي آهن سي ڪنهن ۾ ڦالهه جي تمنا
نه رکن ۽ سدائين مون سان پريت رکن ٿا. جيڪي
ڦل جي اڇا رکن ٿا اُهي آگياني آهن.
هي ارجن! جڏهن تون مون ۾ نسچو رکندين تڏهن

جي شيوا سان پرپت آهي. مون کان سواءِ ٻئي ڪنهن ۾ ديوتا کي نتا پوڄين ۽ منهنجي نالي کان سواءِ ٻيو مک مان ڪجهه به نتا چون ۽ نتا ٻڌن. فقط منهنجي چرنن سان ئي هنن جي پريت آهي. جن جي بُڌ مون سان ڪاڻهي اُنهن جي ڳالهه ٻڌ. اُنهن جي ٻڌ سدائين پيٽي پيٽڪي جنهن ۾ خيال ڪن تنهن ۾ برابر نه لڳين اهي ماڻهو کهڙا آهن جن جو نشچو مون سان ڪونهي سي ماڻهو، ديوتائن کي پوڄين ٿا ۽ اُپديش ڪن ٿا. اهڙا اندا مورک پاڻ کي پنڊت سڏائين ٿا. هي اَرجن! ويد جي واد ۾ پاڻ به موهيا پيا آهن ۽ لوڪن کي به پيا موهين. جن جي اِندرين جي ڀوڳن ۾ ڪامنا آهي، اُنهن ڀوڳن کي سرڳ جو ئي پرم پد ڪري ٿا سمجهن، سو اهي سرڳ ۾ وڃي وري ڪري اچي هيٺ پون ٿا، سو اهي گهٽين بُڌين وارا جن جو هڪ نسچو نه آهي سي ئي سرڳ مان ڪري هيٺ اچي پون ٿا ۽ هر هر سنسار ۾ جنم مرن پيا ۽ ڪرم به اهيڙي پيا ڪن جن جي ڪرڻ ڪري تمام ڪشٽ پيدا ٿئي ٿو ۽ اُنهن ڪرمن ڪري ٿورو وقت وڃي سرڳ کي پراپت ڪن ٿا ۽ وري جلد ئي ڪري پون ٿا. اهڙيءَ ٻڌيءَ وارا ٿورا آهن جنجي اِچا اِندرين جي ڀوڳن ۾ لڳل آهي ۽ سنسار ۾ ڦهنجي وڌائي پيا ڪن اُنهن ڳالهين ڪري جن جي ٻڌي اَنڌي ٿي پيئي آهي تنجي ٻڌيءَ جو ڀاو مون ۾ نٿو لڳي ۽ مون ۾ ڀاؤ رکڻ کان سواءِ اُنهن جو ڪلياڻ ڪڏهن به نه ٿيندو.

۽ ڌرتيءَ جي راڄ جي سک ۾ وڃيندين. تنهن ڪري
"هي ارجن! تون اُٿي يڌ ڪر." سک ۽ دک،
لاڀ ۽ هاڃي، جيت ۽ هار کي هڪ جهڙو سمجهي اُٿي
يڌ ڪندين ته توکي ڪجهه پاپ نه لڳندو. هي ارجن!
مون توکي سانکيه شاستر جو متو ٻڌايو آهي. هاڻي
جوڳه شاستر جو متو ٻڌ. سو جوڳه ڪهڙو آهي
جنهنجي ٻڌڻ يا سمجهڻ ڪري جيءُ جنم مرڻ جي
ٻنڌڻن کان ڇٽي مڪتيءَ کي پراپت ڪري ٿو. هي ارجن!
مان ٻهڳن ڀڳتن سان ڪهڙو آهيان جيڪي مهنجا ڀڳت
مهنجي شيوا، پوڄا ٻرير سان ڪن ٿا ۽ انهيءَ پرير ۾
کي اڳي پوڄا ڪن ٿا کي پوءِ پوڄا ڪن ٿا. سو
انهن ڀڳتن لي پاپ ڪونهي. مان انهن جي ڪيئن ۽
ڪري ٻڌان ٿو. جي مهنجا ڀڳت مهنجي پرير مڪن
ٿي ويا آهن تن کي ڪابه سرت ڪانه آهي. انهيءَ جي
ساک جيئن رام اوتار ۾ ڀيلڻي چنڊالڻ جا جوٺا ٻير ٻرير
سان پوڄن ڪيا هيم. هي ارجن! مهنجي ڀڳتي ڏسڻ
۾ توري آهي پر اڳيان انهيءَ جو ڦل تمام گهڻو آهي.
اهو ڦل ڪهڙو آهي؟ جنم مرڻ کان ڇٽي مهنجي
ابناسي پد کي وڃي پراپت ڪندو آهي. ڀڳتن سان جا
مهنجي پد آهي سا ڇيم ۽ ڀڳتيءَ جو ڦل به ڇيم. هاڻي
جهڙيءَ ريت مون سان ڀڳتن جي پد آهي سو ٻڌ. هي
ارجن! مهنجن ڀڳتن جي فقط مهنجن چرن ڪملن

اچرج ڪري ٻڌي. اهو اچرج ڇا آهي؟ جيڪو ڪجھ
بيان ڪري ٿو سگھجي نہ ڇا آهي؟ جنهن کي ديھ ۾
رهندي بہ من نہ ڄاڻي نہ ڇا آهي تنهن جي چنتا وري
کھڙي ڪرڻ گھرجي، هڪ ڳالھ جي پڪ ڪري ڄاڻ
تہ آتما ابناسي آهي انهيءَ ڪري هي ارجن! تون
ڪنهنجي چنتا نہ ڪر.

**تون ڪتري آهين ۽ يڌ ڪرڻ تنهنجو ڌرم آهي.** تنهنڪري تون پنهنجي ڪتري ڌرم کان نہ ڦر ۽
اهو سمو ڪترين لاءِ ڏاڍو ڪٺن آهي. پنهنجيءَ اڇا
سان هي يوڌا اچي گڏ ٿيا آهن ۽ سرڳ جا دروازا بہ
انهن لاءِ کليا پيا آهن. **هي ارجن! جيڪو ڪتري يڌ ڪندي مري ٿو سو سڌو سرڳ ۾ ٿو وڃي.**
سو جيڪڏهن تون يڌ نہ ڪندين تہ تنهنجو سڀ ڌرم
ناس ٿي ويندو ۽ جس بہ هليو ويندو. سو تون پنهنجو
ڌرم ۽ جس ڇڏي پاپ ۾ نہ پئُ. جيڪي تنهنجو جس
ڳائيندا آهن سيئي تنهنجو اپجس ڳائيندا ۽ چوندا تہ
ارجن ۾ ڪجھ بہ نہ آهي. (ان ۾ ڪجھ بہ بل نہ آهي)
جو يڌ مان هليو ويو. "**سو هي ارجن! انهيءَ**
**...ندا کان مرڻ ڀلو آهي.**" جڏهن تون پنهن جي
...ندا ٻڌندين تڏهن توکي ڏاڍو ڏک ٿيندو. جيڪڏهن
...ن يڌ جي وچ ۾ پنهنجو سرير تياڳ ڪندين تہ هڪدم
...ن وڃي سرڳ کي پراپت ڪندين ۽ جي يڌ ڪندين

آهي جا رنگر کان، ٻنڌڻ کان، سڙڻ کان ۽ سڪڻ کان
پري آهي ۽ سدائين اٻناسي آهي، ڪڏهن به هو ناس
ليڻا جي نه آهي ۽ سرو وياپڪ آهي. ننهن ڪري اُن
کي نت ۽ نسچل چون ٿا. وري آتما ڪهڙي آهي جا
ڏسڻ کان پري آهي اڻکي ڪنهن به ڪونه ڏٺو آهي،
نه ڪنهن جي خيال ۾ ٿي اچي ۽ ڪجهه ڪري به نٿي.
هي ارجن! جن اهڙو آتما کي سمجهيو آهي سي وري
ڪنهنجي چنتا ڪن؟ اهڙيءَ طرح مون لوڪي چيو ته،
هي ارجن! تون آتما کي اهڙو نٿو ڄاڻين ته به خيال
ڪري ڏس ته **جيڪو ڄائو آهي سو نيٺ مرندو**
**۽ جيڪو مئو آهي سو نيٺ ڄمندو.** اهڙي طرح
هي ارجن! تون انهن ڄاڻي ڪنهن جو ڏک نه ڪر.
هاڻي وري ٻي ڳالهه ٻڌ. هي ارجن! هي جي ڀوت
پراڻي آهن تن جي ڪا آد ۽ انت ڪانهي ته اِهي ڪٿان
آيا آهن ۽ ڪيڏانهن ويندا. هي وچ ۾ ٿي ٿا ڏسجن.
جڏهن هي شرير کي ڇڏين ٿا تڏهن ڪا سڌ ڪانه ٿي
پوي ته ڪيڏانهن ويا. جن جي آد ۽ انت ٿي ڪانهي
ته ڪٿان آيا ۽ ڪيڏانهن ويندا ته انهن جي چنتا وري
ڪهڙي ڪرڻ گهرجي؟ ننهن ڪري **هي ارجن!**
[illegible]! **ڪرڻ چڱي** نه آهي. وري ٻيو ٻڌ. جيڪوهن
[illegible] ڏسڻ ڏهري سوئي اچرج ڪري ڏسي ۽ جيڪ
سو اچرج ڪري چوي ۽ جيڪو ٻڌي سو [illegible]

هي ارجن! هيءَ آتما سڀ ۾ وياپڪ آهي. تنهنڪري توُن اهڙاسي سمجهه، جا ڪڏهن به ناس ٿيڻ جي نہ آهي ۽ نہ ڪنهن‌جي مارڻ جي آهي. هي جو ناسونت سريــر آهي سو پيدا به ٿئي ٿو نہ وري ناس به ٿئي ٿو. ۽ اهو وري ڪهڙو آهي؟ جو نرآهار آهي يعني ڪجهہ ڪائــي پيئي نٿو ۽ نہ وري هن آتما جي ماپ به ڪا آهي تــہ ڪيتري آهي. **تنهن ڪري هي ارجن! توُن اُٿي يڌ ڪر** جنهن ڪوئي چوي تہ تو هنڪي مار يو آهي. پر هي ارجن! نہ ڪنهن ماريو آهي نہ ڪوئي مئو آهــي. آتما اُها آهي جا نہ جمي ٿي ۽ نہ مري ٿي، ۽ ائين به نہ آهي تہ ڪڏهن ڪانهين. آتما اها آهي جا جنم مرڻ کان رهت آهي، نت آهي، ابداسي آهي ۽ ڪنهن جي چوڻ تي ماري به نٿي وڃي. شرير مري به ٿــو ۽ جمي به ٿو. مرڻ شرير جو ڌرم آهي ۽ آتما سدائين امر آهي. هي ارجن! جن اهڙو آتما کي نـــ سمجهيو آهي ســي اگياني پرش آهن. هي ارجن! جيڪر چوي ٿو تہ مون هنکي ماريو يا هن مونکي ماريو آهي سو به اگياني آهي. هي ارجن! ديهہ ۽ آتما جو سنجوڳ ڪئو ني آهي، ڪهڙي طرح سو ٻڌ. جهڙي طرح ميرو ڪپڙو لاهي وري ڪٺــي اڇو ڪجي تئن آتما پراڻي ديهہ ڇڏي وري وڃي نئينءَ ديهہ ۾ ٻوي ٿي. وري آتما ڪهڙي آهي جــا هٿيارن سان وڍجي نٿي. باهہ ۾ سڙي نٿي. پاڻيءَ ۾ ٻڏي نٿي ۽ هوا ۾ سڪي نٿي اهڙي جا آتما آهي ســـا نياري

شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ ۾ اچي
ڪيا آهن لڌهن شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ ۾ اچي
ڪري برابر سان ڪيس گيان ڀريا جواب ڏنا آهن.)
سڃي چوڻ لڳو ته هي راجا ڌرتراشٽر! ارجن ڪي
شري ڪرشن ڀڳوان چيتا ۽ ٻڌل ڏسي اڪلي خوشيءَ مان
چوڻ لڳو ته هي ارجن! سانکيم شاستر جو مٿو ٻڌ.
هي ارجن! جيڪي گيانوان پرش آهن سي مرندڙن ۽
جيئندڙن جو شوڪ نه ڪندا آهن. هي ارجن! جنهنجي
مارڻ جي لوڪي چيتا ٿي آهي، سي تنهنجي چوڻ
ڪري مارجي ڪونه ويندا. هي ارجن! هي نه هاڻي
پيدا ٿيا آهن، نه پوءِ، هاڻي ٻه آهن ۽ پوءِ به ٿيندا.
هي ارجن! هي جو ڳالهائڻ واريون آتمائون آهن سي
اَبناسي آهن. هي ارجن! هن ديهه جون چار اوستائون
آهن:- (١) بالڪ (٢) جوڀن (٣) ٻڍاپڻ (٤) مرڻ
اهي ديهه جا ڌرم آهن. سو گيانوان پرش آتما کي ابناسي
سمجهن ٿا. مرڻ ديهه جو ڌرم آهي، ائين سمجهي ڪري
ٻڌوان ڪنهنجو به شوڪ نه ڪندا آهن. هي ڪنتيءَ جا
پٽ ارجن! لوڪي اندرين جو گيان پرابت ٿيو آهي، سي
اهو گيان دک سک کي پيدا ڪندڙ آهي ۽ اهو دک سک
ٿي به لوله وري ناس به ٿئي ٿو، اهو سدائين نه
رهندو آهي. هي ارجن! انهيءَ کي تون پنهنجي وس
ڪر، جنهن پرش اهي اندريون پنهنجي وس ڪيون
آهن يعني جو دک ۽ سک کي هڪ سمان ڪري سمجهي

۽ اهوئي موکش کي لائق لو.

هي ارجن! هيءَ آتما سڀ ۾ وياپڪ آهي. تنهنڪري
تون ائين سمجھ، ته ڪڏھن به ناس ٿيڻ جي نه آهي
۽ نه ڪنهن جي مارڻ جي آهي. هي جو ناسونت سرير
آهي سو پيدا ٿي ٿو ته وري ناس به ٿئي ٿو. ۽ اهو
وري ڪهڙو آهي؟ جو نرآڌار آهي يعني ڪجھ ڪانهي
پيئي نٿو ۽ نه وري هن آتما جي ماپ به ڪا آهي ته
ڪيتري آهي. تنهن ڪري هي ارجن! تون اُٿي
يڌ ڪر جڏھن ڪوئي چوي ته تو هنکي ماريو آهي.
هي ارجن! نه ڪنهن ماريو آهي نه ڪوئي مئو آهي. پر
آتما اهڙا آهي جا نه ڄمي ٿي ۽ نه مري ٿي، ۽ ائين به
نه آهي ته ڪڏھن ڪانهين. آتما اها آهي جا جنم مرڻ
کان رهت آهي، نت آهي، ابناسي آهي ۽ ڪنهن جي
چوڻ تي ماري به نٿي وڃي. شرير مري ٿو ۽ ڄمي
ٿو. مرڻ شرير جو ڌرم آهي ۽ آتما سدائين امر آهي.
هي ارجن! جن اهڙو آتما کي نه سمجھيو آهي سي
اگياني پرش آهن. هي ارجن! جيڪو چوي ٿو ته مون
هنکي ماريو يا هن مونکي ماريو آهي سو به اگياني آهي.
هي ارجن! ديهه ۽ آتما جو سنجوڳ ڪنهن طرح آهي، ڪهڙي
طرح سو ٻڌ. جهڙي طرح ميرو ڪپڙو لاهي وري ڪٽي
اڇو ڪجي تئن آتما پراڻي ديهه ڇڏي وري وڃي نئين
ديهه ۾ پوي ٿي. وري آتما ڪهڙي آهي جا هٿيارن
سان ويڃي نٿي. باهه ۾ سڙي نٿي. پاڻيءَ ۾ ٻڏي نٿي
۽ هوا ۾ سڪي نٿي اهڙي جا آتما آهي سا نياري

ڪيا آهن. ڌڪن ڌڪن شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ ۾ اچي ڪري پرپر سان ڪيس گيان ڀريا جواب پئي ڏنا آهن.)

سنجيه چوڻ لڳو تہ هي راجا ڌرتراشٽر! ارجن کي شري ڪرشن ڀڳوان چنتا ۾ ٻڏل ڏسي ٻڪلي خوشيءَ مان چوڻ لڳو تہ هي ارجن! **سانکيہ شاستر جو مٿو ٻڌ.**

هي ارجن! جيڪي گيانوان پرش آهن سي مرندڙن ۽ جيئندڙن جو شوڪ نہ ڪندا آهن. هي ارجن! جنهن جي مارڻ جي توکي چنتا ٿي آهي، سي تنهنجي چوڻ ڪري مارجي ڪونہ ويندا. هي ارجن! هي نہ هاڻي پيدا ٿيا آهن، نہ پوءِ، هاڻي بہ آهن ۽ پوءِ بہ ٿيندا. هي ارجن! هي جو ڳالهائڻ واريون آتمائون آهن سي اَبناسي آهن. هي ارجن! هن ديهہ جون چار اوسٿائون آهن:- **(١) بالڪ (٢) جوڀن (٣) ٻڍاپڻ (٤) مرڻ** اهي ديهہ جا ڌرم آهن. سو گيانوان پرش آتما کي ابناسي سمجهن ٿا. مرڻ ديهہ جو ڌرم آهي، ائين سمجهي ڪري ٻڌوان ڪنهن جو بہ شوڪ نہ ڪندا آهن. هي ڪنتيءَ جا پٽ ارجن! توکي اندرين جو گيان پراپت ٿيو آهي، سو اهو گيان دک سک کي پئدا ڪندڙ آهي ۽ اهو دک سک ٿئي بہ ٿو تہ وري ناس بہ ٿئي ٿو، اهو سدائين نہ رهندو آهي. هي ارجن! انهيءَ کي تون پنهنجي وس ڪر، جنهن پرش اهي اندريون پنهنجي وس ڪيون آهن يعني جو دک ۽ سک کي هڪ سمان ڪري سمجهي ٿو اهو ٿي موکش کي پائي ٿو.

اُنهن جي مارڻ کان نه مونکي سمسار ۾ پني پنهنجو پيٽ ڀالڻ وڌيڪ چڱو ٿو لڳي. هي سوامي! اِندر جي سُک لاءِ مان هنن سان يڌ ڪريان ۽ راڄائيءَ جا ڀوڳ ڀوڳيان؟ اهي ڪهڙا ڀوڳ آهن؟ نسورا رت ڀرين سان ڀريل آهن. هي سوامي! اها ڳالهه به چٽي نٿي سگهجي ته ڪوروين کا منهنجي جيت ٿيندي يا سر هي سوامي! مان ڀڪ چوان ٿو ته جيڪي ڌرتراشٽر جا پٽ يڌ لاءِ بيٺا آهن، تن ڪي مارڻ ڪري منهنجو جيئڻ مشڪل آهي، ڇو ته هي سڀ منهنجا ڪٽنبي آهن ۽ پوڄا ڪرڻ جي لائق آهن. هي سوامي! توهان جو ڇٽو ٿا ته نيچ ٻڌي ڌارڻ نه ڪر، سو هي سوامي! مان اهڙو اگياني آهيان جو مان ڌرم کي به نٿو ڄاڻان ته ڌرم ڇا آهي؟ ۽ اَڌرم ڇا آهي؟ هي سوامي! مون کي ڪا خبر نٿي پوي. مان هاڻ توهان جي شرڻ آيو آهيان. هي سوامي! جنهن ۾ منهنجو ڪلياڻ ٿئي، اها ڳالهه مونکي ٻڌايو. هي ديالو! مون کي هاڻي ڏاڍي چنتا ٿي پيئي آهي ۽ مونکي اهڙي ڪا ڳالهه ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي جنهن ڪري منهنجي چنتا لهي وڃي. هي ڀڳوان! انهن کي مارڻ ڪري جيڪڏهن مونکي ڪٽي ڌرتيءَ، پاتال ۽ سرڳ جو راڄ به ملي، تڏهن به منهنجي چنتا نه لهندي، سو هي ڀڳوان! مان ڇو انهن کي ڌرتيءَ جي راڄ لاءِ ماريان؟" **هي ڀڳو! مان يڌ نه ڪندس."**

(جڏهن جڏهن ارجن شري ڪرشن ڀڳوان کان سوال پڇي

# اڌياءُ ٻيون

## (سانکيہ يوگ)

سنجيہ ڌرتراشٽر کي چوڻ لڳو تہ هي راجن! ارجن جنهن ديا ۾ ڀرجي ڪري پيو، اکيون جنهنجون ڳوڙهن سان ڀرجي ويون ۽ سارو سرير ڏڪڻ لڳس. اهو حال ڏسي ڀڳت وڇل شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي ارجن! هن جي وچ ۾ اهو دک ۽ درد توکي ڪٿان آيو؟ اها تہ نيچ ماڻهوءَ جي ٻڌي آهي. انهيءَ ڪري توکي سرڳ بہ ڪونہ ملندو ۽ هن جهان ۾ بہ تنهنجو جس نہ ٿيندو. هي ارجن! اهڙا اگيانين جهڙي ٻڌي توکي نہ هئڻ گهرجي. هي ارجن! انهيءَ نيچ ٻڌيءَ کي تياڳ ڪر ۽ اٿي يڌ ڪر. ارجن شري ڪرشن ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي چوڻ لڳو هي مڌسودن! هي دشمن کي ناس ڪرڻ وارا! هي منهنجا پيارا متر! ڀيشم پتامهہ ۽ دروڻاچاريہ تہ پوڄا ڪرڻ جي لائق آهن. انهن جي اڳيان ڪجهہ ٿل ڀشپ پيتا رکڻ گهرجي. پر هي سوامي! پوڄا تہ نہ ڪجي

مون چيو ته موکي ڳرو ڇاتو پاڙهي؛ تڏهن گروءَ موکي سراپ ڏنو ته وڃي طوطو ٿيءُ. انهيءَ مهل ئي مون طوطي آيو. رستي ۾ هڪڙي ڏينهن موکي ماري قاسائي وٺي لي ورتو. اهو برهمڻ به پنهنجي پٽ کي گيتا جو پاٺ سيکاريندو هو. مون به اهو پاٺ سکي ورتو. اوچتو هڪڙي ڏينهن برهمڻ جي گهر ۾ چور آيا پر انهن کي ڪجهه ڌن پراپت نه ٿيو؛ منهنجو پڃرو کڻي آئي هليا. انهن چورن جي پريت هن ڪيريءَ سان هئي، هـوَ منهنجو پڃرو هن ڪيريءَ کي ڏيئي ويا. مان روز گيتا جي پهرئين اَڌياءَ جو پاٺ ڪندو آهيان؛ ڪيري روز بڌندي آهي منهنجي سمجهه ۾ اچي ٿو ته اهو ئي پڄ هن لنهنجي نمت ڏنو هو. تڏهن برهمڻ چيو ته هي طوطا، مان به برهمڻ آهيان سو تون منهنجيءَ آشيرواد سان مڪتيءَ کي پراپت ٿيندين. طوطي جي به مڪتي ٿي وئي؛ اها ڪيري به چڱا ڪرم ڪرڻ لڳي؛ سدائين صبوح جو سنان ڪري گيتا جي پهرئين اَڌياءَ جـو پاٺ ڪندي رهي. ان جي مڪتي ٿي وئي.

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! ڪو به اڻ ڄاڻ گيتا جو پاٺ ڪري يا فقط ڌيان ڏيئي ٻڌي تـو نه به انهيءَ کي مڪتي ملي ٿي.

اهو پهرئين اَڌياءَ جو مهاتم آهي، جو مون توکي ٻڌايو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي پهرئين آڌياءَ جـو مهاتم پورو ٿيو.**

مون چيو تہ مونکي ڳرو ڇاتو پاڙهي، تڏهن ڳروءَ مونکي
سراپ ڏنو تہ وڃي طوطو ٿيءُ. اُنهيءَ مهل ئي مون طوطي
جو جنم پاتو. هڪڙي ڏينهن مونکي ماري ڦاسائي وٺي
آيو. رستي ۾ هڪڙي برهمڻ ڏٺو. انهن مونکي پئسن
تي ورتو. اهو برهمڻ بہ پنهنجي پٽ کي گيتا جو پاٺ
سيکاريندو هو. مون بہ اهو پاٺ سکي ورتو. اوچتو
هڪڙي ڏينهن برهمڻ جي گهر ۾ چور آيا پر انهن کي
ڪجهہ ڌن پراپت نہ ٿيو ۽ منهنجو پڃرو کڻي اٿي هليا.
انهن چورن جي ٻريت هڻ ڪيريءَ سان هٽي، هو
منهنجو پڃرو هن ڪيريءَ کي ڏيئي ويا. مان روز گيتا
جي ٻهرئين اَڌياءَ جو پاٺ ڪندو آهيان ۽ ڪيري روز
ٻڌندي آهي منهنجي سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ اهو ئي ٻج هن
تنهنجي نمت ڏنو هو. تڏهن برهمڻ چيو تہ هي طوطا،
مان بہ برهمڻ آهيان سو تون منهنجيءَ آشيرواد سان
مڪتيءَ کي پراپت ٿيندين. طوطي جي بہ مڪتي ٿي
ويئي ۽ اها ڪيري بہ چڱا ڪرم ڪرڻ لڳي ۽ سدائين
صبوح جو سنان ڪري گيتا جي ٻهرئين اَڌياءَ جو پاٺ
ڪندي رهي. ان جي مڪتي ٿي ويئي.

شري نارائڻ چوڻ لڳو تہ هي لڇمي! ڪوبہ اڻ ڄاڻ
گيتا جو پاٺ ڪري يا فقط ڌيان ڏيئي ٻڌي ٿو تہ بہ
اُنهيءَ کي مڪتي ملي ٿي.

اهو ٻهرئين اَڌياءَ جو مهاتم آهي، جو مون توکي ٻڌايو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ٻهرئين اَڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

هڪڙي ڏينهن ٻڪريءَ کي جهنگ ۾ چارڻ لاءِ ونـي
ويو ۽ وڻن جا پن ڇڪڻ لڳو. ان ڇڪيندي اُن کـي ناڳ
ڏنگيو ۽ انهيءَ دم مري ويو ۽ مري وڃي ڪيترا نـرڪ
ڀوڳيائين تنهن کان پوءِ ڏاند جو جنم پاتائين. نيٺ ڏاند
هڪڙي پيرو فقير ورتو. اهو فقير اُن ڏاند تـي چڙهي
سارو ڏينهن شهر ۾ ڦرندو هو ۽ جيڪا ڀکيا پني ايندو
هو سا اچي پنهنجي ڪٽنب سان ملي کائيندو هو ۽ اهو
ڏاند ساري رات دروازي تي ٻڌو بيٺو هوندو هـو. اُن
جي کائڻ پيئڻ جي ڪائي سڌ ڪانہ رکندو هو فقط ٿورو
چارو اُنجي اڳيان وجهي ڇڏيندو هو. وري اڃان صبح
ٿيندو ئي ڪين هو تہ اُن تي چڙهي ڀڄڻ ويندو هـو.
ائين ڪندي ڪيترا ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن
اهو ڏاند بکہ ۽ ڏکن جو ماريل ڪري پيو ۽ اهو فقير اُنکي
اٿارڻ لاءِ مارڻ لڳو پر هو اُٿي نہ پيو ۽ نہ وري هنجو
ساهہ ئي نڪري پيو. شهر جا لوڪ ڏسي انکي پنهنجو
پنهنجو ڦل ڏيڻ لڳا. ڪو ورت جو ڦل پيو ڏئي تہ ڪو
تيرٿ جو ڦل پيو ڏئي، پر ڏاند جو ساهہ نڪري ئي نہ.
اُتي هڪڙي ڪنجري آئي انهيءَ ماڻهن کان پڇيو تہ هن
ڏاند کي ڇا ٿيو آهي؟ ماڻهن چيس تہ هن جا پراڻ نٿا
وڃن ۽ پيو ٿو ڦٿڪي سڀڪنهن پنهنجو پنهنجو ڦل ڏنو
اٿس تڏهن بہ هنجو ساهہ نٿو نڪري. تڏهن ڪنجريءَ
چيو تہ مون جيڪي ڪرم ڪيا آهن انهن جو ڦل مون
هن ڏاند جي نمت ڏنو. هن اڃا اهڙو مس چيو تہ

تنگون آهن، ارڙهون اڌياءَ منهنجا پير آهن،
۽ سڀ گيتا جا جيڪي شلوڪ آهن سي منهنجون رڳون
آهن ۽ جيڪي گيتا جا اکر آهن، سي منهنجا وار آهن.
اهڙي جا منهنجي شبد روپي گيتا آهي تنهنجو اَرٿ
مان هردي ۾ ڌارڻ ڪريان ٿو ۽ ڏاڍي آنند ۾ مگن رهان
ٿو. هي لڇمي! تون ڇا ٿي سمجهين؟ تنهنجي من ۾ ائين
هوندو تہ مان جو ويٺي ٿي پير مهٽيان تنهنڪري نارائڻ
کي آنند ٿئي ٿو. هي لڇمي! گيتا جو مهاتم تہ پوءِ ڇوندس
پر هاڻي شلوڪ ٿو چوان.

## شلوڪ

سڀني شاسترن ۾ گيتا، سڀني ديوتائن ۾ هري،
سڀني تيرٿن ۾ گنگا، سڀني ڌرمن ۾ ديا،
من جاڻي پاپ پڇ، ديهي جاڻي آپدا،
گيتا جو ارٿ ڪرشن جاڻي.

ٻہ ٻہ اکيون سڀ کي، ودوان اکيون ٽي،
ست اکيون ڌرماتما، گياني اکيون انيڪ.

هي لڇمي! هاڻي پهرئين اڌياءَ جو مهاتم ٻڌ.

شوجي پارٻتيءَ کي ٻڌائي ٿو ۽ نارائڻ لڇميءَ کي
ٻڌائي ٿو تہ هي لڇمي! شوُدر ذات جو هڪ ٻراڻي هو
اهو سدائين چنڊال سان سنگت ڪندو هو. تيل ۽ لوڻ
جو واپار ڪندو هو. انهيءَ هڪڙي ٻڪري پالي هئي.

گيان کي ڀڏي گهڻائي جيڻ مڪتيءَ کي پراپت ٿيا آهن ۽ اڳتي ٻه ٿيندا ايندا. ٿوکي هاڻي اڳين ڪٿا ٻڌايان ٿو تون چت لائي ٻڌ.

شري مهاديو چوڻ لڳو ته هڪڙي سمي پاتال لوڪ ۾ شيش ناڳ جي سڀا ۾ شري نارائڻ اکيون ٻوٽي آنند ۾ سمهيو پيو هو ۽ شري لڇميءَ سندس چرن ويٺي مهٽيا. تنهن مهل شري لڇميءَ پڇيو ته هي مهراج! ٽوهان چوڏهن لوڪن جا سوامي آهيو، ٽوهان کي ٻه نند ۽ آلس پراپت ٿي آهي. نند ۽ آلس انهن لوڪن کي پراپت ٿئي ٿو جيڪي تامسي آهن. ٽوهان ته ٽنهي گڻن کان نيارا آهيو ۽ ٽوهان ساري جڳت جا مالڪ آهيو، ٽوهان جو اکيون ٻوٽي سمهيا پيا آهيو انهيءَ جو مون کي ڏاڍو اچرج ٿو لڳي. شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! مون کي نند ۽ آلس ڪونهي ٻر گيتا ۾ جو گيان آهي تنهن گيان ڪري مان سدائين آنند ۾ مگن رهان ٿو ۽ انهيءَ اپديش ڪري جيو سدائين آنند ۾ رهي ٿو. ڪوئي ٻه ڪليش، دک ۽ آلس انهيءَ جيو کي پراپت ٿي نٿو سگهي. جتن چوويهه اوتار مهنجا آهن تن ۾ هيءَ گيتا شبد روپي اوتار آهي. انهيءَ گيتا ۾ مهنجا ڪهڙا انگ آهن سي ٻڌ. پنج اڌياءَ مهنجو مک آهن، پنج اڌياءَ مهنجون ٻاهون آهن، پنج اڌياءَ مهنجو آسڻ آهن، سورهون اڌياءَ مهنجو پيٽ آهي، سترهون اڌياءَ مهنجون

شري ڪرشن ڀڳوان! جنهن ڪل ڪي ناس ڪيو تنهن
جڻ مهاپاپ ڪيو. سو اهو پاپ اُنهيءَ تي آهي جو ڪل
سان ڪپٽ ٿو ڪري (ڪل کي ناس ٿو ڪري) وري
انهن پاپن جو نتيجو ڪهڙو ٿو پائي؟ سدائين نرڪ ڀوڳي
ٿو، اِهو مون نياءَ شاستر ۾ ٻڌو آهي. وري اَرجن ٻڌائي
۽ هٿ مهٽي چوي ٿو ته هاءِ! هاءِ! ڏسو ته ڀائي! مون
کي ڪهڙي نه پاپ لاءِ اُدم ڪرايو اٿن!!! راڄ جي سک
لاءِ پنهنجي ڪل جو ناس ٿي ڪيم. هاڻي مان پنهنجا
هٿيار ڦٽا ٿو ڪريان ۽ ڌرتراشٽر جي پٽن کـــي هٿن ۾
هٿيار هوندا ۽ مان انهن جي سامهون ويندس ته مونکي
ماريندا ۽ انهيءَ ۾ مدهنجو جس ٿيندو لڏهن ڪري مان
يڌ نه ڪندس.

سنجيه ڌرتراشٽر کي چوي ٿو ته هي راڄن! اَرجـن
اِهي وچن چئي ڪري پنهنجو ڌنش ٻـــاڻ ڦٽو ڪري
وڃي رٿ ۾ ويهي رهيو.

## تات پرج

اَرجن پنهنجي ڪٽنبين کي يڌ جي ميدان ۾ ڪـڙو
بينل ڏسي، موهه ۾ پرجي، هٿيار ڦٽا ڪري وياڪل ٿي
رٿ ۾ وڃي ويهي رهيو ته مان جنگ نه ڪندس.

**اِت شري ڀـڳوت گيتا شري ڪرشن اَرجـن**
**سنبادي پهريون آڌياءُ پورو ٿيو.**

* * * *

جو ڪُلِي راڄ ٻه ملي تڏهن ٻه مان هنن کي نه ماريندس،
سو هي ته ترلوڪ جو راڄ آهي. هي جناردن! ڌرتراشٽر
جي پٽن کي مارڻ ڪري مونکي ڪهڙو لاڀ ڪونه
ٿيندو اُلٽو انهن جي مارڻ ڪري مونکي پاپ لڳندو.
توڙي هو وڏا پاپي آهن، تڏهن ٻه هنن کي مارڻ نه
گهرجي. هي ڀڳوان! هو سڀ پُوڄا ڪرڻ جي لائق آهن.
هنن کي مان ڪڏهن ٻه نه ماريندس. هي مادَوَ! انهن
ڪٽنبي لوڪن کي مارڻ مان مونکي ڪهڙو سک پراپت
ٿيندو. توري راڄ جي لالچ ڪري انهن جي بُڌ اُنڌي
ٿي پيئي آهي. جيڪو ڪل جي ناس ڪرڻ مان دک
پراپت ٿئي ٿو، تنهن کي هي راڄ جو لوڀ ڪري ٿا
سمجهن، پر مان انهيءَ کي دک ڪري ٿو سمجهان.
ڪل جي ناس ڪرڻ مان جيڪو نتيجو ملي ٿو، سو مان
چوان ٿو. هي جناردن! ڪل جي ناس ٿيڻ ڪري ڪل
جا اڳيان ڌرم جيڪي هلندا اچن ٿا اهي ٻه ناس ٿا ٿين.
جڏهن ڪل جا ڌرم ناس ٿيا تڏهن ساري ڪل ۾ اڌرم
اچي پرواش ڪندا ۽ ڪل جون جيڪي ٻه استريون
هونديون، اهي سڀ وڌوائون ٿي پونديون. پوءِ اهي
وڌوا استريون بين پرشن سان سنگ ڪنديون. انهن مان
**ورن سنڪر** سنتان پيدا ٿيندي. انهن ورن سنڪر
سنتان جي هٿ جو پند ۽ جل پترن کي نه پهچندو.
پترن کي پند ۽ جل نه پهچڻ ڪري انهن جا پتر سرڳ
مان ڪري نرڪ ۾ اچي پوندا. اِنهيءَ ڪري هي

مون لئه ڪجهه رت ٻڌي سيمائن جي وچ ۾ آڻي بيهاريو آهي. هاڻي اُتي تون اُنهن کي ڏس. ارجن اُتي ڏسڻ لڳو ته ڇا ڇا ڏٺائين؟ پتا، ماما، گرو، ڀائر، پٽ، پوٽا، سهرو، سالا ۽ مت مائٽ سڀ پنهنجا ئي ڪٽنبي ڏٺائين. هنن کي ڏسي ڪري ارجن کي ڏاڍي ديا آئي ۽ دک ۾ پرجي ڪري شري ڪرشن ڀڳوان کي چوڻ لڳو، هي شري ڪرشن ڀڳوان! هن سينا ۾ مونکي رڳو سڀ پنهنجوئي ڪٽنب ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هنن کي ڏسي مونکي ڏاڍو دک ٿو ٿئي ۽ منهنجو شرير ڏاڍو وياڪل ٿي پيو آهي ۽ هٿن مان گانڊيو ڌنش پڻ ڪري پيو آهي ۽ منهنجو اندر پيو سڙي ۽ بيهي نٿو سگهان. هي ڪيشو! مان سڀڻن ۾ خراب پيو ڏسان ۽ مان پنهنجي جنڌ ڀــ اُنهي ۾ نٿو سمجهان. هي ڪيشو! پنهنجي ڪٽنب سان يڌ ڪرڻ ۾ مونکي ڪوئي لاڀ ڪونه ٿيندو. مان پنهنجي ڪٽنب کي ماري راڄ ڪريان سو هي ڪيشو! مونکي راڄ ڪرڻ جي ڪامنا ڪانهي. هي گوبند! راڄ ڪهڙي ڪم جــو آهي؟ جنهن سڪ لاءِ راڄ ونجي ٿو ته ڪٽنب جا ماڻهو سک پائين ســـي ڪٽنب جا ماڻهو ماري راڄ ڪريان؟ هي جو ڪٽنب جا ماڻهو يڌ ڪرڻ لاءِ آيا آهــن سي ڪير آهن؟ گرو، پتا، پٽ، پوٽا، سهرو، سالا ۽ مت مائٽ. هي مڌسودن! اُنهجي مارڻ جي مونکي اِڇا ڪانهي ۽ اُنهن تي مونکي ديا ٿي اچي. هي ٽنهي لوڪن جا سوامي! اُنهن جي مارڻ ڪري مونکي ٽنهي لوڪــن

سنک نڪل وڄايو ۽ مٺي پشپ ٽالي سنک سهديو وڄايو. وڏي ڌنش ڌاري ڪاشيءَ جي راجا مهارٿي شکنڊي ۽ سنک وڄايو ۽ راجا وراٽ ۽ وڄايو. درشٽ دمن ۽ اَجيت جو ڪنهن کان به جيتيو نه وڃي، اهڙو نه ساتيڪو جادؤ آهي تنهن به پنهنجو سنک وڄايو ۽ راجا دروپد ۽ وڄايو ۽ ٻيا جيترا ۽ پانڊون جي سينا جا يوڌا هئا تن سڀني پنهنجا پنهنجا سنک وڄايا ۽ وڏين ٻانهن وارو سڀدرا جو پٽ اَڀمنيو آهي تنهن به پنهنجو سنک وڄايو ۽ انهن سنکن جو آواز ٻڌي ڌرتراشٽر جي پٽن ڪورون جا هردا ڦاٽڻ لڳا ۽ سنکن جي آواز کان زمين ۽ آڪاش هڪ ٿي ويا. انهيءَ کان پوءِ ڌرتراشٽر جي پٽن جي سينا اَرجن ڏٺي. جڏهن ٻنهي سينائن پاڻ ۾ ٻاڻ هڻڻ شروع ڪيا تڏهن اَرجن پنهنجو ڌنش کڻي يڌ ڪرڻ کان اڳ شري ڪرشن ڀڳوان کي چوڻ لڳو ته هي اَچيت! منهنجو رٿ ڪرپا ڪري ٻنهي سينائن جي وچ ۾ وٺي هلو ته مان ڏسان ته مون سان يڌ ڪرڻ لاءِ ڪير ڪير آيا آهن؟ جي پنهنجن پراڻن ۽ ڌن کي ڇڏي آيا آهن، تن کي مان چڱي ڏسان.

سنجيه چوڻ لڳو:- هي ڌرتراشٽر! جڏهن اَرجن اِهي وچن شري ڪرشن ڀڳوان کي چيا تڏهن شري ڪرشن ڀڳوان اَرجن جو رٿ ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ آڻي بيهاريو.

شري ڪرشن ڀڳوان اَرجن کي چيو ته هي اَرجن!

وارو سنک وڄايو ۽ شيدهن وانگر گجگوڙ ڪرڻ لڳو. تنهن کان پوءِ اُن جي ٻنهي سيني سنک وڄايا ۽ نوبت نغارا گئوُمک باجا ۽ بگل وڄائڻ لڳا.

هاڻي پانڊون جي سينا جي باجن ۽ سنکن جو وستار ٻڌو. ڀريانين ته شري ڪرشن ڀڳوان رٿ تي ويٺو آهي اُن رٿ جي سوڀيا ٽنهي لوڪن ۾ اُتم آهي. ساري رٿ جو سامان سونو آهي ۽ گهڻن ڀرڪارن جا هيرا موتي جواهر جڙيل اٿس. جهڙيءَ رات ورساتي جي مند ۾ بادلن جو آواز ٿيندو آهي، تهڙيءَ رات اُن رٿ جي ڦيٿن جو آواز آهي. اهڙو ته اُرجن جو رٿ آهي جنهن تي شري ڪرشن ڀڳوان براجمان آهي ۽ گهوڙن جي شوڀا وري ڪهڙي آهي جهڙوڪ گئوءَ جو کير، اهڙو ته گهوڙن جو رنگ آهي. گهوڙن جو منهن وري اهڙو آهي جهڙو ٻبرڻ جو گل ٽڙيل هوندو آهي جن جا ڳچي ۽ ڪن تمام سهڻا آهن ۽ پيچ به سهڻا اٿن ۽ پٺ جي ڏاڍي ۾ سون جا گهنگهروُن بولل ڳچيءَ ۾ پيل اٿن ۽ پيرن ۾ سون جا نورا پيل اٿن اهڙي ته گهوڙن جي شوڀيا آهي. اهڙي سندر رٿ تي ڀڳت وڇل شري ڪرشن ڀڳوان ويٺو آهي تنهن پنچ جن نالي سنک وڄايو. ديودت نالي سنک اُرجن وڄايو ۽ بوندر نالي سنک ڀيمسين وڄايو. سو ڀيمسين ڪهڙو آهي جنهن جو پيٽ تمام وڏو آهي ۽ سندس ڪرم به تمام اوچا آهن. اُننت وڄيه نالي سنک ڪنتيءَ جي پٽ راجا يڌشٽر وڄايو ۽ سگهوش نالي

وٺي ويو آهي. هي راجن! پانڊون جي سينا ۾ جيڪي مکيه يوڌا آهن انهن جا نالا ٻڌو ته ڪهڙا آهن؟ هن سينا ۾ وڏي ڌنش ڪڻڻ وارو ارجن، ڀيمسين، راجا يڌان، راجا ورات، راجا ڌروپد، مهارٿي درشٽ ڪيتو، چيڪتان، وڏي ٻل وارو ڪاشيءَ جو راجا، پرجت ڪنتي ڀوج، منش ۾ اتم يوڌا، شيبو ۽ وڏي ٻل وارو اتموج، سڀدرا جو پٽ اڀيمنيو ۽ دروپد جا سڀ پٽ مهارٿي آهن.

هاڻي وري دريوڌن پنهنجيءَ سينا جا مکيه يوڌا دروڻاچاريه کي ٻڌائي ٿو. سڀني براهمڻن ۾ اتم دروڻاچاريه، ڀيشم، ڪرپاچاريه، اشوٿاما، ڪرڻ، سومدت ۽ ٻيا ٻه گهڻا يوڌا آهن. اهي ڪهڙا آهن جن منهنجي لاءِ شرير ڪشٽ ۾ وڌو آهي ۽ گهڻن پرڪارن جي هٿيارن ڪڻڻ وارا آهن ۽ يڌ ڪرڻ لاءِ ڏاڍا ٻلوان آهن ۽ منهنجي سينا تمام گهڻي يارهن ڪوڙيون آهن ۽ پانڊون جي سينا ٿوري ست ڪوڙيون آهن ۽ اسان جي سينا جو رکيا ڪندڙ ڀيشم آهي ۽ پانڊون جي سينا جو رکيا ڪندڙ ڀيمسين آهي.

هاڻي دريوڌن پنهنجي سينا کي چوي ٿو ته هي منهنجي پياري سينا! توهان سڀ ڀيشم جو حڪم مڃي ان جي رکيا ڪريو. ساريءَ سينا جا لوڪ اهي وچن ٻڌي دريوڌن کي خوش ڪرڻ لاءِ سنک وڄائڻ لڳا. ساريءَ سينا ۾ وڏو جو ڀيشم آهي تنهن پنهنجو پرتاپ

# شريمد ڀڳوت گيتا

## اڌياءِ پهريون

### [ ارجن جو دک يوگ ]

ڌرتراشٽر چوي ٿو ته هي سنجيه! ڌرم جي پڙ جي جيڪا جاءِ ڪرکيتر آهي تنهن ۾ منهنجن پٽن ۽ پانڊون جي پٽن ڇا ڪيو سو مونکي ٻڌاءِ؟



سنجيه چوڻ لڳو ته:-
هي راجن! توهان جو پٽ جيڪو درجوڌن آهي، تنهن پانڊون جي سينا ڏٺي. سينا جي جوڙجڪ ڏسي ڪري پنهنجي گرو دروناچاريه وٽ وڃي، هٿ ٻڌي، وينتي ڪري چوڻ لڳو ته هي سوامي! ڏسو ته سهڻي پانڊون جي سينا کڙيءَ ۽ چڱيءَ ريت سان بيٺي آهي. توهانجي ٻڌيوان شش دروپديءَ جي پٽ درشٽ ڊمن جو تيار ڪيل مهاڀاري لشڪر ته اچي ڏسو. هي سوامي! پانڊون جي سينا جو جوڙجڪ ڏسي مون کي ته اچرج

خبر مون کي هتي ڪيئن پوندي ۽ ڪيئن مان راجا کي ٻڌائيندس ؟ جڏهن اهڙيءَ ريت سنجيه وياسديو جي اڳيان ويٺي ڪئي تڏهن وياسديو پرسن ٿي چيو ته اڪو ته هي سنجيه! منهنجي ڪرپا سان توکي اتي سڀ ڪجھ ڏسڻ ۾ ايندو. جڏهن وياسديو سنجيه کي اهو ور ڏنو، تڏهن اُن مهل ئي سنجيه کي ڀڄ جي سڀ خبر پوڻ لڳي، ۽ ٻڌ ڪاي پيس ۽ دويه درشٽي ملي ويس.

سنجيه سيگهه سٽاءِ، سماچار سنگرام جو منهنجا ۽ منهنجي ياءَ جا، پٽ ڳڏ ٿيا هڪ جاءِ ڌرم ڪيٽر ڪر ڪيٽر ۾، ڀڄ جي لالچ لاءِ جنگ جي جوٽي جاءِ، رهيا ڪي راهي ٿيا.

هاٿي مها ڀارت جي ڀڄ جو ڪوتڪ ٻڌو.

ست ڪوٽيون سينا پانڊون جون، ۽ ٻارهان ڪوٽيون سينا ڌرتراشٽر جي پٽن ڪورون جون، اهي سڀ سينائون گڏ ٿي ڀڄ جي ميدان تي وچي بيٺيون. هاڻي ڌرتراشٽر سنجيه کان پڇي ٿو.



# گيتا جو آرنڀ

جڏهن ڪورو ۽ پانڊو مهاڀارت جي يڌ ڪرڻ لاءِ سنيري هليا تڏهن راجا ڌرتراشٽر چوڻ لڳو تہ مان بہ يڌ ڏسڻ لاءِ هلندس. تڏهن وياسديو چوڻ لڳس تہ هي راڄن! توکي اکيون تہ ڪونهن، اکين کانسواءِ ڇا ڏسي سگهندين؟ تڏهن ڌرتراشٽر چوڻ لڳو تہ هي سوامي! ڏسندس نہ پر ٻڌندس تہ سهي. تڏهن وياسديو چيو تہ هي راڄن! تنهنجو رٿ هلائڻ وارو جو سنجيہ آهي سو منهنجو ڀڳت آهي. تنهنڪري هي راڄن! جيڪي يڌ ۾ ٿيندو سو سڀ توکي سنجيہ اچي وينو ٻڌائيندو. جڏهن اهي وچن ٻڌا، تڏهن هٿ ٻڌي ڪري وياسديو کي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو تہ هي سوامي! مهاڀارت جي يڌ تہ ڪرڪيتر ۾ ٿيندي ۽ مان هٿ هستناپور ۾ هوندس. توهان جو آگيا ڪئي تہ هي راڄن! سنجيہ توکي اتي سڀ ڪجهہ ٻڌائيندو، سو هي سوامي! ڪرڪيتر جي

# شري ڪرشن ڀڳوان جي اُستتي

اَرجن کي جيڪو گيتا جو گيان شري ڪرشن ڀڳوان ڏنو آهي سو ڪري ڪشورداس چوي ٿو ته هي پرڀو! هي دک ڀڃن! هي ڪرپالو! اهو گيان توهان مون کي پراپت ڪرايو. هي دين ديال! هي ڀڳت وڇل! جيڪو انهيءَ گيان کي جاڻي ۽ سمجهي ٿو، تنهن ساڪيات پورن برهم جو درشن ڪيو. هي شري ڪرشن ڀڳوان! جيڪو توهانجي چرڻن جي شرن ۾ اچي ٿو، اُن کي ڪوبه مايا جو ڇل ول ڀلائي نٿو سگهي ۽ اهو منش هن مهاڀيانڪ سنسار ساگر مان لنگهي پار پوي ٿو. هي ديالو! مان توهان جي شرن آيو آهيان. هي شري ڪرشن ڀڳوان! توهان سڀني سنتن جي وينتي پورڻ وارا آهيو. هي ڪملاپت! هي ڪيشو! هي ڪمل مک! هي ڪرپانڌان! منهنجي توهان کي وارون وار نمسڪار آهي. هي شري ڪرشن ڀڳوان! توهان جا چرڻ اهي آهن، جيڪي توهان جا ڀڳت آهن تن کي پوتر ڪن ٿا، تنهن ڪري مان هيءَ گيتا هريءَ جي ڀڳتن لاءِ چوان ٿو ته مَن ڪو هن مان ست گتيءَ کي پراپت ٿئي ۽ مڪتي حاصل ڪري.

جو جتي فرش لڳل هو اُتي پاڻيءَ جو تلاءُ ڏسڻ ۾ ٿي
آيو ۽ ڪورو اُچڻ شرط ڏاڍو منجهي پيا تڏهن ٿي دروپديءَ
جي واتان نڪري ويو تہ آنڌي جي اولاد بہ آنڌي.

بس پوءِ تہ سيدي ڳالهين ڪري ڪورون کي ايتري
تہ ڪاوڙ لڳي جو هُنن پانڊون کي هميشه لاءِ ختم ڪرڻ
ٿي چاهيو پوءِ خاني خراب جوئا جي رمت رٿي ويئي
جنهن ۾ پانڊون پنهنجو راج دروپديءَ سميت هارايو.
هاڻي ڪورون دروپديءَ کان وير وٺڻ لاءِ راج دربار ۾
کيس ننگن ڪرڻ جو حڪم ڏنو. پر جنهنجو راکو ٿئي
ڀڳوان تنهنجو ڪير وار ونگو ڪري سگهي. دروپديءَ
جي پڪارڻ تي ڀڳوان کيس ساڙهين سان ڍڪي ڇڏيو.
آخر پانڊون کي ١٢ سال بن ۾ ڀوڳڻو پيو ۽ تيرهون سال
لڪل رهڻو پيو. ١٣ سال پوري ٿيڻ بعد جڏهن پانڊون
راج گهريو تہ کين صاف جواب ڏنو ويو. آخر هُنن پنج
ڳوٺ گهريا جن کان بہ کين جواب ڏنو ويو تڏهن لاچار
ٿي پانڊون جنگ جون تياريون ڪيون تڏهن پانڊون
وري بہ شري ڪرشن ڀڳوان کي جنگ ٽارڻ لاءِ موڪليو.
ڀڳوان راج دربار ۾ پهچي ڪورون کي گهڻوئي سمجهايو
تہ انجام ڪيو هيو تہ ١٣ سالن بعد راج گدي واپس ڪبي
پر ڪورون صاف جواب ڏنو. نيٺ پيو ڪو رستو نہ
ڏسي جنگ جو اعلان ڪيو ويو.

پانڊون ۽ ڪورون جي يُڌ امبالي ڀرسان ڪروکيتر
جي ميدان تي ڪتيءَ (آڪٽومبر نومبر) واري مهني

ڪان نيي آئندو هو ودر داسيءَ مان ڄائو هو تنهنڪري
پانڊوءَ کي تخت تي ويهاريو ويو. پر نيٺ هو به دنيا
مان ڪنو نيي بن ۾ هليو ويو. پانڊو کي پنج پٽ هئا.
(۱) يڌشٽر (۲) ڀيم (۳) ارجن (۴) نڪل (۵)
سهديو. پانڊون جو هڪ ٻيو به ڀاءُ هو جنهنجو نالو
ڪرڻ هو. جنهن کي سندس ماءُ ڪنتيءَ درياهه ۾
لوڙهي ڇڏيو هو. هوڏانهن پانڊون جي بن ۾ وڃڻ بعد
ڌرتراشتر تخت تي ويٺو. سندس راڻيءَ جو نالو
ديوڪنداري هو. کيس هڪ سؤ پٽ هئا جي ڪورؤ
سڏجڻ لڳا. وڏي ۾ وڏو دريوڌن هو. پانڊوءَ ڪورو
ٻنهي هڪڙي ئي گروءَ دروڻاچاريه وٽ شستر وديا
سکندا هئا. وقت گذرندو ويو. پانڊون پنهنجي ٻـل ۽
ٻڌيءَ جي زور سان راڄ وڌايو جا ڳالهه ڪورون کي نه
وڻي ۽ انهن ۾ حسد جاڳيو. پوءِ ڪورون لاک ۽ چرٻيءَ
جو محلات ٺهرايو ۽ پانڊون کي دوکي سان ان محلات ۾
ٽڪرائي رهايو، رات جو محلات کي باهه ڏياري ويٺا پر
هو ٻچي ويا. جنهن بعد دروپديءَ جو سويمبر ٿيو. پانڊو
برهمڻ جي ويس ۾ راڄ دربار ۾ آيا جتي دريوڌن،
ڪرڻ ۽ ٻيا جوڌا به ويٺا هئا. آخر ارجن کٽيو ۽ دروپديءَ
جي شادي ارجن سان ٿي ۽ ڪورو خار ۾ واپس موٽيا.
پوءِ پانڊون مايا نالي انجنيئر جي صلاح سان هڪ سوينڪ
محلات جوڙايو جنهنجي مهورت وقت پنهنجن سؤٽن کي
به گهرايو، ان محلات اندر هڪ اها خوبي رکي ويئي هئي

# شريمد ڀڳوت گيتا

## گيتا ڇو رچي ويئي؟

## گيتا

(گ – ي – ت – ا)

## يعني

## تياڳ

# ڀڳوت گيتا معنيٰ ڀڳوان جو گيت.

## گيتا جو آرنڀ (شروعات)

## مهاڀارت جي يڌ ۾ گيتا گيان.

اڄ کان پنج هزار ورهيه اڳ جي ڳالهه آهي ته ڀارت ورش تي چندر ٻنسي گهراڻي جو راجا شانتنو راڄ ڪندو هو. سندس راڄڌاني دهليءَ جي ڀر سان هستناپور ۾ هئي. راجا شانتنوءَ کي ٽي پٽ هئا. (۱) ڀيشم پتامهه (۲) چترآنگد (۳) وچترويرِ. ڀيشم پتامهه جو ڀر هن پنهنجي پتا جي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ تخت تان هٿ ڪڍيو. راجا هڪ مهاڻي جي ڪنيا ستيوتيءَ سان شادي ڪئي انهيءَ شرط سان ته سندس مٺي پڄاڻان ستيوتيءَ جو اولاد تخت تي ويهندو. نيڪ راجا جي مرڻ بعد ستيوتيءَ مان پيدا ٿيل پٽ سندس تخت تي. وينو ٻر هو جلد ئي جنگ ۾ مارجي ويو جنهن بعد وچترويرِ تخت تي ويٺو. ڪيس ٽي پٽ هئا. (۱) ڌرتراشٽر (۲) پانڊو (۳) ودر. ڌرتراشٽر جائي ڄم



وشي ٻائي ٿهلرام ڏولواڻي



سرڳواسي ٿهلرام سي. ڊولواڻي

جنم: سن ۱۹۱۴ سرڳواس: ۱۵-۲-۱۹۷۲

# ارپڻ پتر

هيءُ مها سندر پستڪ گهڻي پريم ۽
شرڌا سان پنهن جي پياري پتيءَ سرڳواسي
شري **ٺهلرام سي. ڏولواڻيءَ** (ڪوٽڙيءَ
وارو) جي پوتر يادگيريءَ ۾ ارپڻ ٿي
ڪريان، انهيءَ آشا سان ته جيڪو سڄڻ
هن پوتر پستڪ جو نيم سان پاٺ ڪندو
سو اوس پرميشور جي پورڻ ڪرپا پراپت
ڪندو ۽ سندس هيءُ لوڪ سکي ۽ پرلوڪ
سهيلو ٿيندو.

پاٺڪن جي اڳيان هيءَ وينتي آهي
ته پاٺ ڪرڻ وقت سچي پاتشاهه وٽ اها
آرادنا ڪن ته هو شال سرڳواسي شري ٺهلرام
کي سدا لاءِ پنهنجي ڪمل چرنن ۾ نواس
بخشي.

شيوا ۾:

**وشني بائي ٺهلرام ڏولواڻي**

۳۰ روڊ سائيٽ، ملاڪا.

# وينتي

هي سڄڻ! اڄ ٻه تنهنجو ڀاو آهي ته
هر روز گيتا جو پاٺ ڪر ۽ اڄ ليءِ نئين
نهنجي جيون ٺاهه. گيتا پڙهڻ سان هي
سڄڻ! تنهنجي من کي شانتي ايندي ۽
مڪتي ملندي ۽ تنهنجا وچار پڻ شد
ٿيندا. جن ٻه سڄڻن گيتا جو آسرو ورتو
آهي تن کي مڪتي ملي آهي ۽ جي ٻه
سڄڻ گيتا جو آسرو وٺندا تن کي پڻ پرماتما
مڪتي ڏيندو. گيتا پڙهڻ سان ماڻهو
مڪتي مو منتر تائين مدش ٿي رهي ٿو
، منا! هميشه اپاڻهار ڪان ٻچ.

— داس